



# ڊاڪٽر نذير حسين حيدري

وفات : ١٧- فيبروري، ١٩٧٢ع

ساڍا چار بجا شام- بدين

↑

پاڪستان پيپلس پارٽيءَ جي افتتاحي ڪنوينشن ۾ تقرير. وچ ۾ پارٽيءَ جو چيئرمن، جناب ذوالفقار علي ڀٽو، ۽ سندس پر ۾ سنڌ جو پارٽي-چيئرمن، مير رسول بخش خان ٽالپر، ويٺل آهن. ساڄي پاسي مسٽر جي. اي. رحيم، ۽ کابي پاسي مسٽر عبدالوحيد ڪٽپر ويٺا آهن.



شهري حقن جي آزاديءَ بابت عام جلسي ۾ تقرير
(بدين : ٦- ڊسمبر، ١٩٦٨ع)



ڊسٽرڪٽ ڪائونسل حيدرآباد جي هڪ ميٽنگ ۾. ←

# نئين زندگي

اشاعت جو ڇهويهون سال
مارچ ١٩٧٢ع

ناشر: پاڪستان پبليڪيشنس
پوسٽ باڪس ١٨٣، ڪراچي.
قيمت ٥٠ پئسا

ايڊيٽر
شمشيرالحيدري

جائنٽ ايڊيٽر
محمد موسيٰ سومرو

## فهرست




گذريل مهيني-ڏيڍ جي عرصي اندر تمام اهم ڳالهيون ٿيون آهن. مزدورن لاءِ ليبر پاليسيءَ جي ظاهر ٿيڻ بعد، زرعي ۽ تعليمي سڌارن جو اعلان به ٿي چڪو آهي. سنڌ بنيادي طرح هڪ زرعي ملڪ آهي، تعليم ۾ شروع کان ئي پوئتي پيل آهي، ۽ صنعت اسان وٽ تيزيءَ سان اچي رهي آهي. اهي ٽيئي ڳالهيون اسان جي مجموعي زندگيءَ لاءِ بنيادي آهن. ساڳئي وقت، انهن ٽنهي ڳالهين جو هڪٻئي سان بنيادي تعلق آهي. تنهنڪري، نه رڳو زندگيءَ جي انهن ٽنهي شعبن کي جديد بنيادن تي هلائڻو آهي، بلڪ ٽنهي جي وچ ۾ ڳوڙهو رابطو به استوار ڪرڻو آهي. نئين ۽ ترقي پسند سماج جي پيدائش واري مقصد کي اڳيان رکندي، ڏسبو ته انهن شعبن ۾ آندل سڌارن ۾ ڪافي فائدا سمايل آهن. "سنڌ صدين کان دلوراءِ جي نگري آهي"، سا ڳالهه اسان وٽ اڄ تائين هلندي اچي ٿي. تهه در تهه پرمارشاهي ۽ آپيشاهي اسان وٽ اهڙي رهي آهي جو ان جا اثر اڃا گهڻي وقت ۽ گهڻيءَ جفاڪشيءَ کان پورا نه ٿيندا، سو به جيڪڏهن اسان گڏجي ائين گهريو ته. سچائيءَ ۽ آسودگيءَ جي اها گڏيل سمجهه تيستائين اچڻي ڪانهي، جيستائين تعليم جي روشني اونداهن ڳوٺن ۾ نه پهچي، ۽ ان دوران اسان جي ڏتڙيل هاريءَ ۽ پورهيت کي پنهنجي عزتِ نفس جو احساس، حوصلو ۽ مٿي ڪڻڻ جي مهلت ملي. ڪيئن به هجي، زرعي سڌارن هيٺ ڪافي زمين هارين کي آجي ڏني ملندي. ساڳئي وقت، بنا معاوضي زمين حاصل ڪرڻ جي مثال قائم ٿيڻ سان، اڳتي مختلف شعبن کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ جو گس پيدا ٿي پيو آهي. ساڳئي وقت، زمينداري ظلم تي روڪ سان گڏ، جديد زراعت جو پايو به پوندو. تعليمي پاليسي جديد سائنسي دور جي تقاضائن جي پورائيءَ طرف پهريون قدم آهي، ۽ تجربي جي روشنيءَ ۾ اڳتي وڌڻ جا ان ۾ گهڻا امڪان موجود آهن. سنڌ ۾ ڪيترا اعليٰ تعليمي ۽ تحقيقي ادارا کلڻ وارا آهن، جن سان عام ۽ آسودگيءَ ۾ اضافو ٿيندو. ليبر پاليسيءَ مطابق، مزدورن جي حالت به بهرحال بهتر ٿيڻي آهي. اهي سڀ سڌارا بيجان ٿيندا، جيستائين اسان مان هرڪو فرد مڪمل محنت نه ڪندو. محنت، ۽ صرف محنت ئي اسان لاءِ انقلاب جي علامت آهي. هاريو، مزدورو، شاگردو، محنت ڪريو، ۽ سنڌ کي پرمارشاهيءَ ۽ آپيشاهيءَ جي آفت کان آجو ڪريو! — ش. ح.

امداد حسيني

# جيڏن جيڪا جنگ لڙي

## چوٿين مارچ جي ياد ۾

هٿ ڪڙيءَ جي ڪڙيءَ ڪڙيءَ ۾، عجب هئي جهنڪار،
ڪنوڻ ڪنوري هئي، يا چمڪي هئي دودي جي تلوار؛
هوشو، هيمو، دولهه دريا، جُنبي ويا جهونجهار،
آءُ ٻه ڪين ڏٺا هئا اهڙا مانجهي مٽيادار؛
اوڏر جي آ ماءُ مري وئي، نقد ڪندا واپار،
هرڪا گهُور انهن جي ڳهري، ٻيهي وئي پاتار؛
گهاءُ گهاءُ آ گل گلابي، من موهيي مهڪار،
ڳهڻيءَ ڳهڻيءَ ۾ ڳهلي وئي آ رنگ رتي هڪار؛
شال ٿين سوڀارا سپرين، جاني جلويدار،
اجرڪ تي جا ڦلڙي آهي، عجب تنهين اسرار؛
آدجڳاد ڪان هن مٽيءَ سان پنهنجا قول قرار،
جنڊڙيءَ جهمر پاتي آهي، سهس ڪري سينگار؛
اهڙو ڪوبہ نہ آهي جڳ ۾، جهڙا منهنجا يار،
پيشانيءَ تي گهاءُ لڳو هو، رت ڦڪليا هئا وار؛
ريٽي رت جون بوندون برسيون، ٿي وئي ٻوند ٻهار،
سورهيہ چاهي رڻ رڳو ٿي، ڪانئر ڪن ڪن-ٽار؛
ساوڻ جي سنڌوءَ ۾ آهي، لهر لهر للڪار،
ڪامل آيا ٻڙ ۾ ڪاهي، مهمير مهندار؛
ڇرڪو ناهي ڪار، او سانئڻ سرڪو ناهہ ميار،
جيڏن جيڪا جنگ لڙي، سا لڙندا منهنجا يارا

# انقلابي سڌارا

شاهه محمد عباسي

موجوده حڪومت ٢٠-ڊسمبر ١٩٧١ع تي ملڪ جون واڳون سنڀاليون. ان وقت ۾ اسان جو ملڪ هڪ مايوسيءَ جي اهڙي ڪُن ۾ وڃي ڪِريو هو جو ڪيس ان مان ڪڍي سنئين رستي سان لڳائڻ ڀيرن ڪان ٻير گهرڻ برابر ٿي لڳو. ان مايوسيءَ ۽ مونجهه جي عالم ۾، اسان مان هرڪو قدرت جي ڪرشمي جي انتظار ڪرڻ طرف زياده مائل ٿي ڏٺو، ڇو ته عملاً اهو ڪجهه، ٿي چڪو هو جنهن جي نتيجي ۾ مايوسي ۽ ناڪامي اٽر امر هوندا آهن. نئين ڪوجنا ۽ نئين ڪارنامي ڏيکارڻ جي توفيق اسان ۾ نه رهي هئي. "جيڏو تنهنجو نانءُ، پاڃهه ۾ ايڏيلئي مڱان" — شاهه ڀٽائيءَ جي ان سٽ اسان سڀني جي دلين جي ان وقت واري ڪيفيت جي ترجماني ٿي ڪئي.

ستلو اهو پلو، جيڪو اٿندي جوهر ڏيکاري ۽ واڌ ۾ منهن وجهي. صدر ذوالفقار علي ڀٽي جي پهرينءَ تقرير قوم جي مونجهه واري جهڙ کي ڏڪي ڇڏو ڪري ڇڏيو، ۽ اميد جو آسمان اٿين پئي ڏٺو. سندس تقرير جو هر لفظ خلوص جي درياءَ مان ڇڻ ته ٽپي ڪاٿي ٿي نڪتو ۽ اثرانداز طريقي سان دلين تي نشان ڇڏيندو ويو. موافق ۽ مخالف، ٻئي هڪجهڙي انداز ۾ متاثر ٿيل نظر آيا. نتيجي ۾، اميدن ۽ آسرن وري جنم ورتو، ۽ هر اک هن تبديليءَ طرف کپي وئي.

وقت وَهڻ جي واٽ ورتي، ۽ نوان جوان جوابداريءَ ۾ جنبي ويا. عام خلق خدا جي مايوسيءَ جي ماحول مان نڪرڻ شروع ڪيو ۽ سهڻن سپنن جي سيج ڏانهن سفر سنڀاليو. مايوسيءَ مان آميد ۾ آڻڻ هرڪنهن جو ڪم ناهي. اهو ڪم آهو ئي ڪري سگهي ٿو، جنهن کي ماضيءَ مان سبق پرائڻ جي قوت عطا ٿيل هجي، حال ۾ محنت ڪرڻ جي عادت هجي، ۽ مستقبل جي شاندار هجڻ ۾ شڪ نه هجي.

صدر صاحب پهرينءَ تقرير ۾ ٻُڌي ڇڏيو ته قوم جي تعاون سان مان هماليا جبل کان به آتانهون آهيان ۽ ان کي به سَر ڪري سگهان ٿو. فقط ان هڪ جملي مان صدر ذوالفقار علي ڀٽي طرفان هن ملڪ جي شاندار مستقبل ۾ يقين جو پتو لڳي ٿو. سندس ان تقرير مايوس دلين کي آٿت ڏنو، ۽ هرڪو پنهنجي پنهنجي ڪم کي هڪ-مٿو ٿي لڳي ويو.

هن وقت مشڪل سان ٽي مهينا گذريا آهن، ۽ اسين پاڪستان جي باغيچي ۾ ڪيترا ئي

ڪئلنڊرگل ۽ سرڪنڊڙ مڪڙيون ڏسي رهيا آهيون.
هرطرف هيڪار لڳي پئي آهي، ۽ چمن ۾
چؤبول آهي.

## پرڏيهي معاملا.

ان مختصر عرصي ۾، ڇا ڇا نہ ٿيو آهي؟ بلڪ
الٽيئو بہ ٿيو آهي. ان ۾ صدر صاحب جي طرفان
وچ-اوڀر جي مسلمان ملڪن ۽ جگري دوست
چين جو دورو بہ ٿيو، ۽ ملڪ اندر نهايت اهم
۽ بنيادي سڌارا بہ آيا. هونئن تہ سڀني مسلم
ملڪن پاڪستان کي موجوده هنيانءَ ڏاهيندڙ
مشڪلات ۾ پورو ساٿ ڏنو ۽ هرڪا همدردي
ڪئي، ليڪن لبيا جي نوجوان صدر ڪرنل
قذافيءَ جا الفاظ اڃا ڪنن ۾ گونجي رهيا آهن،
چو تہ اهي اخلاص جي ايثار ۽ اظهار آهن. هن
چيو تہ اسين پاڪستان سان همدردي ۽ تعاون
فقط لفظن جي اظهار تائين محدود نٿا رکڻ گهرون،
پر اسين عملي طرح ڪجهہ ڪرڻ چاهيون ٿا.
لڳايو اندازو هن مرد جي اخلاص جو، جنهن
دنيا جهان جي رد عمل جي پرواهہ کي پاسيرو
رکندي، محبت جي اها موج وهائي ڇڏي، جنهن
جو مثال ڳولڻ اڃايو ٿيندو.

لبيا جو تازو دورو، مرڪزي تعليمي وزير
جناب عبدالحفيظ پيرزادي مڪمل ڪيو، ۽
صدر جو خاص پيغام ڪرنل قذافيءَ تائين پهچايو.
لبيا سان پاڪستان جي تهذيبي معاهدي متعلق
واپسيءَ تي ڳالهائيندي، جناب پيرزادي چيو تہ
ايتري ٿوري عرصي جو مثال نٿو ملي، جنهن
مختصر عرصي ۾ اسان جو هي معاهدو لبيا سان
مڪمل ٿيو آهي. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ
"نيت صفا تہ سون منٿين ويٺو ورهاءِ" سو،
هن ملڪ سان يا هن ملڪ جو اسان سان
ڪهڙو حساب ڪتاب، ڪهڙو بحث مباحثو،
جڏهن ٻنهي پاڙن جون دليون صاف آهن.
پيرزادي صاحب وڌيڪ چيو تہ اهڙا معاهدا
گهڻن مسلم ملڪن سان ٿيڻ وارا آهن، ۽ ستت
ئي الجزائر سان بہ ٿي رهيو آهي.

چين تہ ڀارت جي هٺي چيلهہ ڀڃي وڌي.
جناب ڀٽي صاحب جي دوري جي خاتمي تي
جاري ڪيل گڏيل بيان ڀارتي اڳواڻن جون
وايون بتال ڪري ڇڏيون. آنهن کي اهڙا پرون
پهريائين ئي پنجي ويا هئا، سو ڏاڍيون ٿڌيون
ڏانهريون ڳالهيون پئي ڪيائون.

هن بيان ۾ چين جي وڏي وزير پنهنجي
پراڻي سوقف کي دهرائيندي چيو تہ چين پاڪستان
جي انهن ڪوششن کي حق بجانب ۽ صحيح
سمجهي ٿو ۽ ان سلسلي ۾ پورو ساٿ ڏيندو،
جيڪي پاڪستان پنهنجيءَ سالميت ۽ وحدت
کي قائم رکڻ لاءِ ڪري رهيو آهي. هن چيو تہ
ڪشمير جي معاملي ۾ بہ چين پاڪستان جو
مددگار رهندو، جتي ڀارتي مداخلت ٿي آهي.
ان کان بہ وڌيڪ، چين کليل لفظن ۾ ڀارت
طرفان اوڀر پاڪستان تي ڪيل ناجائز حملي
۽ قبضي کي بہ ننديو، ۽ سندس ان مداخلت کي
جارحيت قرار ڏنو. هن ٻنهي ملڪن تي زور آندو
تہ اهي هن خطي جي امن کي درپيش نازڪ
صورتحال جو احساس ڪري، ڀارت کي غلط ۽

ناجائز اقدام کان روڪين، بيءَ حالت ۾ حالتون سنگين رخ اختيار ڪري سگهن ٿيون. هيءَ هڪ وڏي تنبيهه هئي، جنهن جو نوٽيس دنيا وٺڻ شروع ڪري ڏنو آهي.

اِهي ته هيون آهي ڪاميابيون، جن جو تعلق ملڪ سان خارجي طرح آهي. پر ملڪ اندر جيڪي اهم تبديليون تيزيءَ سان اچي رهيون آهن، آهي به پنهنجيءَ جاءِ تي لاجواب آهن. ان مختصر عرصي ۾ صنعتي سڌارا، پورهيتن جي پاليسي، زرعي سڌارا ۽ انقلابي تعليمي سڌارا اهم جڳهه والارين ٿا. صدرصاحب پنهنجي پهرينءَ تقرير ۾ چيو هو ته اڄ جن پريشانين جو مقابلو هن ملڪ کي ڪرڻو پيو آهي، تن جو اصل سبب هن ملڪ جي غريب طبقي سان ٿيل ظلم آهي. هاري ناري ۽ پورهيت، جيڪي هن ملڪ جا اصلي معمار آهن، مايوسيءَ ۽ محروميت ۾ مبتلا آهن. هن وعدو ڪيو ته انهن سان انصاف ٿيندو ۽ هڪ اهڙي معاشري کي پيدا ڪيو ويندو، جتي هڪ شاهوڪار هڪ غريب جو، بلڪ هڪ ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ جو استحصال نه ڪري سگهي.

## مزدور پاليسي.

صدر پنهنجي واقعي ائين ڪري ڏيکاريو. هي ڪو مبالغو نه آهي، بلڪ هڪ حقيقت آهي. اچو ته ان حقيقت کي جاچيون. پهريائين پورهيتن جي پاليسيءَ کي ڏسو. اڳي ڇا ٿيندو هو ته جهڳڙي جي حالت ۾ مزدورن کي پنهنجي اجتماعي جهڳڙي کي لازماً ۽ رڳو مِل مالڪن وٽ آڻڻو پوندو هو. هاڻي ائين نه آهي. پورهيتن جي خوشي — وٽين ته ائين ڪن، ۽ وٽين ته 'ورڪ ڪائونسل' ڏانهن رجوع ٿين، جنهن تي سندن نمائندو به ويٺو هوندو. اڳي سالياني نفعي ۾ مزدورن جو ٢ سيڪڙو حصو هوندو هو، ۽ هاڻي اهو وڌائي ٤ سيڪڙو ڪيو ويو آهي. اڳي مِل جي مالڪ کي ڪاوڙ لڳي ته مزدور بنا سبب جي ڪڍيو ويندو هو، ۽ هاڻي ڪيس لکت ۾ ڪڍڻ جو سبب ڏيڻو آهي ته جئن بعد ۾ ڪورٽ ۾ اچا ڪارا پڌرا ٿين. اڳي ڇا ٿيندو هو ته جهڳڙي جي حالت ۾ جيستائين مزدور ۽ مالڪ ٻئي هڪ خيال جا نه ٿين، تيستائين اهو جهڳڙو پورهيت-ڪورٽ ۾ نه آڻي سگهبو هو، ۽ هاڻي رڳو هڪ طرف وارو مزدور به پورهيت-ڪورٽ جو دروازو کڙڪائي سگهي ٿو. اڳي اهڙي ڪورٽ ٦٠ ڏينهن ۾ پنهنجو فيصلو ڏيندي هئي، پر هاڻي اها ڪورٽ ٢٠ ڏينهن ۾ فيصلو ڪرڻ تي مجبور آهي ته جئن غريب پورهيت گهڻو پريشان نه رهي.

ان کان سواءِ، مالڪ کي پنهنجي هر مزدور جي هڪ ٻار کي مئٽرڪ تائين پنهنجي بندوبست تي پڙهائڻو آهي. مزدورن جي باقي ٻارن جي سنڀال حڪومت پنهنجي سر ڪندي. اڳي ڇا ٿيندو هو ته دوا درمل لاءِ هڪ سماجي تحفظ اسڪيم هئي، جنهن هيٺ پورهيت کان ٢ سيڪڙو ۽ مل جي مالڪ کان ٤ سيڪڙو رقم وٺي گڏ ڪئي ويندي هئي. هاڻي مزدور کي معافي، ۽ مالڪ ٤ سيڪڙي بدران ٦ سيڪڙو رقم ڀاڻ ڀريندو. سڀ کان وڏي ڳالهه ته مل جي سنڀالڻ

واري عملي ۾ مزدورن کي به شامل ڪيو ويو آهي، جيڪو ڪارخاني جي ليول تي ويهه سيڪڙو هوندو. ان جي معنيٰ اها ٿي ته هاڻي پورهيت حساب ڪتاب رکڻ واري ڪم ۾ شموليت ڪندا ته جيئن، ماضيءَ وانگر، حساب ڪتاب ۾ ڪي گهوٻيون نه لڳن هن صورتحال تي هڪ اخبار رائزني ڪندي لکيو هو ته هن مان ٻه فائدا آهن: هڪ هيءَ ته صحيح حساب ڪتاب رکڻ سبب پورهيتن کي نفعي ۾ پورو حصو ملندو، ۽ ٻيو هي ته صحيح انگن اکرن رکڻ سبب حڪومت جي آکاڙي به وڌندي.

## زرعي سڌارا.

ان کان پوءِ، اچو زرعي سڌارن تي. زرعي سڌارن تي تقرير جي ابتدا ڪندي، صدر صاحب، ڪڙمين ۽ هارين کي مخاطب ٿيندي، پهرئين جملي ۾ چيو ته "اڄ اوهان جي رات آهي." (سنڌيءَ ۾ اهو اصطلاح طاقت ۽ زور جي موجودگيءَ واريءَ معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. مثلاً، جيڪڏهن ڪنهن جي زور ۽ اثر جو اعتراف ڪرڻو هوندو آهي ته چئبو آهي ته "سائين، اڄ فلاڻي جي رات آهي.") اهڙي خوش ڪن اعلان کان پوءِ، هن مڃيو ته مان اڄ اوهان (هارين نارين) سان زرعي سڌارن جي عنوان تي مخاطب آهيان، ۽ مان اوهان کي انهن اهم فيصلن کان آگاهه ڪرڻ چاهيان ٿو، جيڪي ظالمانه ۽ نامناسب زرعي نظام کي تبديل ڪندا — هڪ اهڙي نظام کي، جنهن هيٺ اسان جو عوام صدين جي خاموشيءَ ۾ پيڙهبو رهيو آهي. اندازو لڳايو لفظن جي دوررس معنويت جو. "ظالمانه زرعي نظام"، "اسان جا عوام"، ۽ "صدين جي خاموشيءَ ۾ پيڙهجڻ" جهڙا لفظ همدرديءَ سان پريل دل ئي ادا ڪري سگهي ٿي.

ڪيڏو نه غريب عوام سان ظلم ٿيو! هتر هلائي هاري، ۽ نفعو وٺي وڏيرو. ملڪيتن جي نامناسب ورڇ وري اهڙي جو هتر ڪاهيندڙ کي پنهنجو هڪ جريب به نه هجي، ۽ زميندار کي ايتري زمين، جو حساب جو تخمينو ڪيس به نه هجي. ڪن جاگيردارن جي ته هيءَ حالت هئي جو سندن زمين ۾ ڪو سچو ڏينهن گهوڙو ڊوڙائي ته به جيڪر ڪين ڪٽي. گهڻي زمين هٿ ڪرڻ جي لالچ تي هڪ لطيفو ياد اچي ويو. هڪ ماڻهوءَ کي تمام گهڻي زمين هٿ ڪرڻ جو حرص اچي لڳو، سو ويو ڪنهن سنڌ جي جاگيردار جهڙي همراهه وٽ. هن ڪيس تاڙي ورتو. ڪيس چيائين ته اها زمين توکي آئي، جنهن تي تون اڄ سچو ڏينهن گهمي شام تائين هتي واپس ايندين. هي همراهه پهريائين پوريءَ ساريءَ رفتار سان هلڻ لڳو، بعد ۾ جڏهن ماڻهن جي نظر کان اوجهل ٿيو، تڏهن لالچ ۾ اچي ڊوڙڻ لڳو ته جيئن گهڻو فاصلو طي ڪري گهڻي زمين حاصل ڪري. ڊوڙڻ ۾ هي همراهه گهڻو پري نڪري ويو. بعد ۾ ڪيس واپس ورڻ جو اونو اچي لڳو. هوڏانهن سج به پونير ٿي چڪو هو، ان ڪري ڪيس زور سان ڊوڙڻو پيو. آخر ايترو ڊوڙيو، جو ڪِالهه ڪندڙ چون ٿا ته شروعاتي نقطي تي پهچڻ کان اڳ ۾ بيهوش ٿي

ڪري پيو ۽ مري ويو. بعد ۾ ڪيس اتي ئي دفن ڪيو ويو. ٻين لفظن ۾، سچي ڏينهن جي ڏوڙ ڪان پوءِ ٻه ڪيس زمين قبر برابر ملي، جيڪا ٻه هرڪنهن کي (جاگيردار سوڌو) ٿا نصيب!

تنهن ڪان سواءِ، ملڪ ۾ هارين نارين جي غربت کين اهڙو ته بيحال ۽ عاجز ڪري ڇڏيو هو جو وڏيرو سندن پوريءَ زندگيءَ تي ڇانئجي ويو هو. پنهنجي اقتصادي خوشحالي (جيڪا دراصل غريب هارين جي مرهون منت هئي) جي زور تي وڏيرو هارين کي ونگارن ۽ ڇيڙن ۾ وهائيندو رهيو. ويچارو هاري گگدام، ڏکي وانگر، چپ چاپ وهندو رهيو. هي هڪ غيرانساني معاشرو هو، جنهن جو انت هڪ ڏينهن ضرور اچڻو هو ليڪن صدر ڀٽي ان ظالمانه معاشري کي اک ۾ ئي ختم ڪري ڇڏيو.

انهن زرعي سڌارن مطابق، اڳ وارن ۵ سؤ ايڪڙن جي جاءِ تي فقط ڏيڍ سؤ ايڪڙ زمين رکڻ جي اجازت رهندي. جيڪڏهن زمين باراني آهي ته ان حالت ۾ ٽي سؤ ايڪڙن جي اجازت هوندي. ازانسواءِ، پيل سرڪاري زمينون ۽ باغ ۽ شڪارگاهه ٻه حاصل ڪيا ويندا. انهن سڌارن وسيلي جيڪي زمينون هٿ اينديون، تن جو معاوضو زميندارن کي نه ملندو. اهي زمينون بناقيمت جي بي زمين هارين ۾ ورهايون وينديون. ان سان گڏ، ٻج جو ٻارو اڳتي زميندار جي ڪلهن تي، هاري ان کان ٻه ڇٽو. حقيقت هيءَ آهي ته هي وڏو قدم آهي، ۽ سچ پچ ته ايڏو وڏو قدم آهي جو ماڻي مارشل لا جو جواز ٻه سمجهه ۾ اچي ٿو اهي زمينون هارين نارين جي زندگيءَ ۾ يقيناً انقلاب آڻينديون. غريبيءَ هي جاءِ خوشحالي وٺندي. ازانسواءِ هي قدم زرعي پيداوار وڌائڻ جو ڪارڻ پڻ بڻبو، ڇاڪاڻ ته پنهنجي زمين سمجهي، هاري هاڻي زياده محنت ڪندو. ان کان علاوه، پيل زمينن جي آباد ٿيڻ سبب حڪومت جي اڳاڙي ٻه، زياده ڍلن جي شڪل ۾، گهڻو وڌندي.

## انقلابي تعليمي سڌارا

تعليم موجوده دور جو هڪ اهم مسئلو آهي. خاص ڪري اسان جي ترقي پذير ملڪ جي پيش نظر ان جي اهميت تهان ئي وڌيڪ آهي صدر ذوالفقار علي ڀٽي جي لفظن ۾ "هي هڪ اهڙو موضوع آهي، جنهن سان اسان جي ملڪ جي هر فرد جو تعلق آهي." تعليم کي عام ۽ مفت ڪرڻ جي سلسلي ۾ صدر صاحب هڪ عظيم ۽ جامع رٿا جو اعلان ڪيو آهي، جنهن کي ايندڙ اٺن سالن ۾ مڪمل طور تي عملي جامو پهرايو ويندو. انهن سڌارن تي عمل ۱-سيپٽمبر ۱۹۷۲ع کان شروع ٿيندو، جنهن تاريخ کان سمورا خانگي ڪاليج قومي ملڪيت ۾ ورتا ويندا. ان کان پوءِ ۱-آڪٽوبر ۱۹۷۲ع کان درجي بدرجي سمورا خانگي اسڪول ٻه سرڪاري قبضي ۾ ورتا ويندا. انهن اسڪولن ۽ ڪاليجن لاءِ مالڪن کي ڪوبه معاوضو نه ڏنو ويندو. دولتمندن لاءِ قائم ڪيل پبلڪ اسڪول ۽ ٻيا خاص ادارا ٻه سرڪار پنهنجي هٿ ۾ وٺندي، ۽

[ باقي صفحي ٦٧ تي ]

# شاهه ۽ اسين

محمد حسين "ڪاشف"

هيءَ حقيقت سڀڪوئي ٿو مڃي ته شاهه عبداللطيف ڀٽائي دنيا جو عظيم شاعر آهي، ۽ سندس شعر جو هر لفظ امر ۽ بي بها آهي. اسان کي وري ان سان گڏ اهو فخر آهي ته شاهه صاحب سنڌواسي آهي، ۽ سندس ڪلام اسان جي مٺڙي ۽ ملوڪڙي، سهڻي ۽ سلوڻي سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ رچيل آهي، جنهن ۾ امڙ اسان کي اوراڻو ڏنو ۽ لاڏ سان سٺي لولي ڏني. ائين برابر آهي ته شاهه جا وڏا اصل هرات مان نقل مڪاني ڪري سنڌ جي سونهاريءَ سرزمين تي سڪونت پذير ٿيا ۽ هتان جي بود-باش، رهڻي-ڪهڻي، هلت چلت ۽ طرز تمدن اختيار ڪري، هتان جي خاڪ پاڪ کي پنهنجو خمير بنائي ڇڏيائون ۽ آتان جي بوءِ باس به منجهن ڪانه رهي. اهو ئي سبب آهي جو شاهه جي ڪلام ۾ اسان کي سنڌ ديش جي خاڪ جو ذرو ذرو چمڪندو نظر اچي ٿو. هن هتان جي حالات ۾ پيهي، ان جو کهرو ۽ ڳوڙهو اڀياس ڪري، نينهن جي نهائينءَ ۾ پاڻ پچائي، ٿربر پيهي، ڏونگر ڏوري، اهو وکر وهايو آهي جو ٻئي پراڻو نه ٿيو آهي. بلڪ جڏهن به ان کي وڻجي ۽ وهائجي ٿو ته ان ۾ نئون نينهن، نئين نزاڪت، جلوو ۽ جمال، حسن ۽ ڪمال نظر اچي ٿو، جو اهل بصيرت لاءِ متاع حيات ۽ ذوق وارن لاءِ سرورِ حيات آهي.

شاهه انسانيت جي قدرن جو شارح آهي. هو انسانيت جو علمبردار آهي. ڪُنياءَ ۽ ڪپٽ کي نندينڊڙ، زور ۽ ظلم ۽ ڏاڍ ۽ جبر جو مخالف آهي. شاهه جيئن پاڻ کي شخصي طور پنهنجي حياتيءَ جي دور ۾ آزاد رکيو، تيئن پنهنجي ذهن کي به آزاد ڇڏيائين. اهو ئي سبب آهي جو سندس ڪلام ۾ اسان کي انسان جي ضمير جي آزاديءَ جو آدرش هرهنڌ ملي ٿو. هو ڪنهن به قسم جي قيد کي برداشت نٿو ڪري، بلڪ هڪ ئي ڇرڪ سان انهن کي ڇنيو ڇڏي. سندس آڏو انسان جو روحاني توڙي جسماني طور مقيد هئڻ معيوب آهي.

نَوَ نيئَن، ڏهه ڏانوڻ، پندرهن پيد پياس،
جڏهين سڄڻ ياد پياس، ته ڇنائين ڇرڪ هيڪڙي.

اهو ئي سبب آهي جو انهيءَ تاثير اڪسير ڪري سنڌ واسين ۾ آزاديءَ جو جذبو اتم آهي. غيور سنڌي قوم ڪڏهن به غلاميءَ جي انهيءَ طوق کي برداشت نه ڪيو آهي. جي ڪڏهن قسمت سان ان قيد جي ڪمند ۾ ڪڙجي پيو، ته پاڻ ڇڏائڻ لاءِ پيو پتوڙيندو. ڪيس انهيءَ وقت ۾ آيل خوشيءَ جو ڏڻ به ڏک جو ڏيکاءُ

نظر ايندو ۽ چوندو تہ

جاءِ عمر! تو مُل عيد،
ما اسان سُوءِ ورتي، سومرا!

ٻنولن ۽ پيروازن کي ٻن وجهي، سنگهارن جي سڳڙن کي سون کان سرس پيو پائيندو — ”سون برابر سڳڙا پانهن ٻڌائون“ جو ورد سندس وات هوندو، ۽ لاکيڻي لوئيءَ جي لڄ لاءِ اندر ۾ اڌما، ٻچر ۽ ٻچار هوندي. جيجل سنڌ جي سونهن ۽ سوڀيا لاءِ پيو ورتائيندو ۽ ووڙيندو تہ

تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل وهڻ جي،
متان ٿئي اونداهہ، پير نہ لهين پرينءَ جو.

در اصل اهو شاهہ جو روحاني فيضان سنڌ واسين تي آهي جو هنن هر ڏکئي وقت ۾ سندس ڪلام کي مشعلِ راه بنايو آهي، ۽ ان مان سبق حاصل ڪري، اڳتي وڌندا رهيا آهن. ٻري چو وڃي، سنڌو جي سپوتن جون تازو ون يونٽ کان آزاديءَ جي راهہ ۾ ڪيل قربانيون ۽ سندن ورتل جاکوڙ ۽ جدوجهد اسان جي آڏو آهي، جنهن ۾ اسان جي نئين ٽهيءَ شاهہ کي پنهنجو رهبر بنائي، سکن کي تياڳ ڏيئي، غم دوران کي غم جانان بنايو، ۽ پاڻ ۾ اها شڪتي ۽ سگهہ، اها طاقت ۽ اهو ٻل ۽ دلي جذبو پيدا ڪيو جو نيٺ عمر جي انهيءَ قهري ڪوٽ کي ڪيرائي، مارئيءَ کي ملير اچي پُڄايو آهي — ۽ اسان کي سنگهاريون سرهيون ۽ ڍَٽ جا ڍول مرڪندا نظر اچن ٿا.

انهيءَ دور ۾ سنڌ جي هر فرد جون اکيون آجايون ۽ دل بيتاب رهي. هر اديب، شاعر، دانشور، شاگرد ۽ سنڌ سان محبت رکندڙ متوالي جتي پنهنجيءَ پنهنجيءَ ذات کي ڪم پئي آندو، اتي هن جون اصل ۾ اکيون سنڌ جي روحاني رهبر ڏي هيون — حتاڪ اسان جي نئين دور جي انقلابي ۽ قومي شاعر کي ائين بہ چوڻو پيو تہ

جاڳ پنائي گهرن، توکي سنڌڙي ٿي سڏڙا ڪري،
مرن پيئون مارئيون، قابو آهن ڪوٽ،
اڄ تہ تنهنجي اوٽ، ڏاڍن کي ڏاري وڃهون.
— ”اياز“

انهيءَ مان چڱيءَ ۾ اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ اسان جو دانشور طبقو — جيڪو نئين نسل جو روح روان آهي — ڪيترو نہ شاهہ کان متاثر ٿيل ۽ اثر قبول ڪندڙ آهي. ان مان صاف ظاهر آهي تہ شاهہ جو ڪلام سنڌواسين لاءِ منبع حيات ۽ اڪسير زندگي آهي ۽ ساري عالم لاءِ فيضانِ حيات آهي.

افسوس هن ڳالهہ جو آهي جو اسين شاعر اعظم ڀلاري ڀٽ ڌڻيءَ جا پاڻ کي پرستار ۽ شيدائي چوايون ٿا، ڪلام کي سهيڙيندڙ ۽ سموهيندڙ ڪوٺايون ٿا، ان جي ڪلام کي پنهنجي روح جي غذا ۽ حياتيءَ جي لاءِ املهہ خزانو ڀانيون ٿا — مطلب تہ شاهہ تي مڪمل طور ملڪيت جو حق جتايون ٿا تہ شاهہ اسان جو آهي، ٻيءَ ڪنهن ٽاڻيءَ جو ڇا وڃي؛ ۽ وڏي واڪي دهل تي ڏونڪو هڻي اهڙي

دعوا ڪندا سون ته ڪر شاهه ماڳهين اسان جو اوڻ پهڻ آهي، ۽ اسان کي ڪا ٻي وائي وات ڪانه آهي. ۽ ٻيو ڪو اوپرو اُئين پانئيندو ته مار، اهل سنڌ ته شاهه کي جياري ڇڏيو آهي. ڏاڍيون ورسيون، ڏاڍا ثقافتي مرڪز، ڏاڍا ميلا ملاکڙا، ۽ ڏاڍو راڳ روپ لڳو پيو آهي. ٻيلي، سنڌ وارن هاءِ ڪري ڇڏي آهي. پنهنجي مربي ۽ روحاني رهبر جا ڏاڍا ڪي قدردان آهن. سنڌواسي واقعي قدردان آهن— پر اڳيان، هاڻوڪا نه. خدانخواسته جي شاهه تاريخ جي هاڻوڪي دور ۾ پيدا ٿئي ها ۽ اهو ڪلام پوئتان ڇڏي مري وڃي ها، ته شايد سندس مقبرو به ڪو تعمير ڪرڻ وارو ڪونه هجي ها. اها به خدا جنت نصيب ڪري ميان غلام شاهه ڪلهوڙي کي، جنهن اهو مقبرو ٺهرايو، جو اڄ شاهه جو مزار مرجع خاص و عام آهي. هن لکڻ مان مراد ڪا لفاظي يا عام سنڌواسين جي دل آزاري نه آهي. پر هيءَ هڪ تلخ حقيقت آهي ته شاهه جي نالي ۾ اسان وٽ چاچا نه ٿيو آهي. عوام ويچارو انهيءَ ميارکان پري آهي. هو صرف ڏسندڙ ۽ ٻڌندڙ آهي. باقي سمجهدار طبقو انهيءَ کان الڳ ٿي پاڻ کي بچائي نٿو سگهي، ڇو ته ان تي شاهه جو حق آهي، جنهن جي ادا ڪرڻ ۾ اسين ڪيترو پيش پيش رهيا آهيون، اهو بلڪل ظاهر آهي. اسان جو اهو حال آهي جو اڄ تائين ٻن سؤ سالن ۾ اسين شاهه جي ڪلام جو ڪو مستند نسخو دنيا کي نه ڏئي سگهيا آهيون.

ان کان وڌيڪ ٻي اسان جي شاهه سان ڪهڙي گهڻ پلائي ٿيندي! اها اسان جي خودفريبي آهي ته پيو چئا آهي انهن اديبن ۽ عالمن شاهه سان ڪهڙا پلايا آهن، جن محققن پنهنجي ترڪش مان هر تير شاهه جي ڪلام تي هنيو آهي. ليڪن اسلام جيان شاهه جو ڪلام به سخت جان نڪتو آهي. جيئن روس ۽ چين ۾ هيڏي سختگير نظام هوندي به اسلامي فڪر نباهه ڪري رهيو آهي، اهڙيءَ ريت شاهه جو ڪلام به هر نقاد جي مقصد ۽ هر سموهيندڙ جي چانگ جا چوها ڏڪ سهي، پاڻ کي اٽل ۽ اڏول رکيو آهي. ڪڏهن شاهه ثانيءَ جي تحريڪ سنڌ جي اندر وجود ورتو، ته ڪڏهن وري اسان سندس ڪلام جي تقابلي مطالعي جي اوٽ ۾ وار ڪيا آهن. انهيءَ ئي دوران، روايت جي بناءَ تي، شاهه جي ڪلام کي ڪافي ڌڪ لڳو آهي. جيڪڏهن تسليم ڪجي ته اهو ڪلام واقعي انهن شاعرن جو آهي، ته پوءِ اهو ايترو عام جي زبان تي شاهه جي نالي ۾ ڪيئن ٿيو، سا سوچڻ جي ڳالهه آهي. جيڪڏهن ڪن روايتن ۽ بيتن جي ڪن سٽن جي اڳ-پوءِ تي، بنا ڪنهن درايت جي، اعتبار ڪجي ٿو، ته پوءِ انهن راوين کان وڏو راوي عوام آهي، جنهن جو آواز خدائي نغارو آهي. انهن روايتن ۽ پڙهڻيءَ جي تقابلي مطالعي کان عوام جو فيصلو وڌيڪ وزندار ۽ برجستو آهي. شاهه جي ڪلام کي نه ”گنج“ محفوظ

رکيو آهي ۽ نہ ڪنهن ٻئي جي ترتيب ڏنل نسخي سلامت رکيو آهي؛ هن جو اڪ ٻہ محافظ عوام هو ۽ هاڻي بہ اهو عوام وٽ امانت آهي، ۽ عوام ئي ان جو امين آهي.

هن وقت تائين شاه تي سندس معيار مطابق ڪوبہ تحقيق جو ڪم نہ ٿيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو ڪڏهن شاه کي سگهڙ قرار ڏنو ويو، تہ ڪن وري شاه جي شعر کي بيوزن شعر قرار ڏنو — ۽ پاڻ سنڌي هوندي بہ، سنڌي ٻوليءَ جي اصليت ۽ ان جي شعر جي خصوصيتن ۽ فني انداز کي پاسيرو رکي، عربيت ۽ ايرانيت جي تنقيد جي ٽيڪنيڪي شيشي کي اک تي ٽڪائي، سنڌيءَ سان اپوجهائيءَ جو سلوڪ ڪيو. ڪن تہ وري شاه جي هھڙي سٺي ۽ وڻندڙ ۽ روح کي راحت ڏيندڙ ڪلام کي شعريت کان ئي خالي ٺهرايو. شاه جهڙي عظيم ۽ لافاني ۽ دنيا جي مڃيل شاعر لاءِ اهڙا ويچار محض انهيءَ ڪري پيش ڪيا ويا جو هڪڙو تہ شاه جي شان مطابق ڪوبہ تحقيقي مواد موجود نہ آهي، جنهن مان لکندڙ ڪو استفادو ڪري، ڪو خاطرخواه نتيجو پيش ڪري. ٻيو تہ نقادن سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي اصليت ۽ ان جي شعري صنف ۽ فن ۽ سنڌي استعاري، تشبيه ۽ محاوري تي پرڏيهي ٻولين — عربي ۽ فارسي — کي وڌيڪ ترجيح ڏني، ۽ خود سنڌيءَ جي وجود کي انهن جو محتاج تصور ڪيو — جا خود ٻوليءَ جي لحاظ کان سندن غلطي آهي. انهيءَ عربي ۽ فارسي تنقيدي اک ڪري هنن شاه جي شعر کي تختہ مشق بنايو، ۽ غلط نتيجا پيش ڪيا.

ٻڌندا پيا اچون تہ شاه جي ڪلام، فن ۽ فڪر تي ڪافي وقت کان مطالعي ۽ تحقيق جو ڪم هلندڙ آهي. پر اڃا اهو پايہ تڪميل کي نہ پهتو آهي. ڪي محقق مرحوم بہ ٿي ويا، ليڪن تحقيق جي تڪميل نہ ٿي سگهي. دراصل اهو سڀڪجهہ اسان جي سنڌي ادب ۾ گروهبندين ۽ هڪٻئي کي نہ سمجهڻ جو نتيجو آهي. ۽ اسان جيڪي بہ تنقيد ۽ تحقيق جا معيار ۽ ماپا قائم ڪيا آهن، اهي اسان جا پنهنجا ناهيل آهن، جن ۾ ذاتيات ۽ اسان جي پاڻ-پڻي کي دخل آهي. اهي ڳالهيون اصولن جي عيوض شخصن جي چوڌاري ڦرن ٿيون. اها هرگز تحقيق نہ آهي تہ مون کي ڪنهن بيت ڏنو، آءٌ ان تي پنج-ست پنا لکي آيس، ۽ چند آيتا سبتا رايا ڏيئي، تاويل ۽ تعبير ڪري، ٻڙهي داد حاصل ڪري هليس، ۽ دنيا چاتو تہ بس تحقيق جو حق ادا ٿي ويو. اها تحقيق نہ آهي، ۽ نہ وري ان ڳالهہ جا ڪي مستقل قدر آهن. تحقيق جو ميدان وسيع آهي. ان لاءِ مسلسل مطالعي ۽ فڪري بلنديءَ جي ضرورت آهي. شاه جي ڪلام تي خالي رسمي تنقيد ۽ لفظي ڏي-وٺ ڪري ڪوبہ نتيجو ڪڍي نٿو سگهجي. جو تہ شاه جي ڪلام جا جيڪي مستقل قدر ۽ دائمي پهلو آهن، جن جو زندگي ۽ ان جي ڦيرگهير سان تعلق آهي، اسان کي انهن طرف توجهہ ڏيڻ گهرجي. هن حقيقت جو ٻنهہ انڪار ڪري نٿو

سگهجي ٿو ته موجوده وقت ۾ انسان جي جذبات، نفسي ۽ معاشي ڪيفيتن ۽ تقاضائن ۾ ڪئين تبديليون ٿي ويئون آهن. اهڙي ڦيرگهير انساني تاريخ ۾ پهرين به ڪئين بار ٿيندي رهي آهي، جنهنڪري سماجي زندگي هميشه تجرباتي ۽ ارتقا پذير رهي آهي. ذهني سوچ جو انداز جو پهرين هو، اهو هاڻ نه آهي. جنهن مان پوريءَ ريت ثابت ٿو ٿئي ته مستقبل ۾ زندگيءَ متعلق اهو خيال نه رهندو جو هن وقت آهي: ايندڙ نسل جي سوچ ۽ فڪر، تاثرات ۽ محسوسات، ڏسڻ ۽ پرکڻ جو انداز اسان کان گهڻي قدر مختلف هوندو، ۽ اسان جا ڪيترا ئي خيال انهن کي غلط ۽ مهمل ۽ قابلِ اصلاح نظر ايندا. حياتيءَ جي واڌاري جي عمل جيئن فڪر ۽ تاثر جي پهرين صورتن کي بدلائي ڇڏيو آهي، تيئن موجوده صورتون به قائم نه رهنديون. ڪنهن به سماجي ۽ فڪري نظام ۾ اها ضمانت موجود نه آهي ته آئندي ان ۾ ڪا تبديلي نه ٿيندي.

اسان کي زندگيءَ جي انهن مجمل ارتقائي اصولن کي خيال ۾ رکي، شاهه جي ڪلام جو مطالعو ڪرڻ گهرجي، ۽ انهن ڳالهين جي روشنيءَ ۾ شاهه جي ڪلام جا قدر مقرر ڪرڻ گهرجن، جي همه گير ۽ زندگي آميز هجن، جن ۾ دائميت جو پهلو هجي، جيئن اهي هر دور جي روح جو ساٿ ڏين.

افسوس هن ڳالهه جو آهي ته اسان وٽ شاهه جو هر محقق پنهنجيءَ تحقيق کي حرف آخر تصور ڪري ٿو، ۽ ان ۾ آئندي جي اصلاح جي امڪان کي رد ڪري ٿو — جا ڳالهه تحقيق جي معياري ۽ اٽل اصولن جي خلاف ۽ حقيقت پسنديءَ جي بنهه ابتڙ آهي. اهڙي قسم جي دعوا ادبي صداقت حاصل ڪرڻ جي راهه ۾ رڪاوٽ بنجي وڃي ٿي. جيڪو شخص پنهنجو پاڻ کي اٽل صداقت جو حامل تصور ڪري ٿو، چاهڻ گهرجي ته ان جي فڪري ترقي ختم ٿي ويئي. اسان کي هن ڳالهه جو اقرار ڪرڻ گهرجي ته جيئن اسان جو علم محدود ۽ زندگيءَ جون حقيقتون لامحدود آهن، تيئن شاهه جو شعر، ان جا اسرار ۽ رموز، ان جي صوري ۽ معنوي گهرائي، ٻوليءَ جو حُسن ۽ فڪري بلندي به هڪ اجهاڳ سمنڊ جيان آهي. اسين سڀئي ان جي آڏو هيچ آهيون، ۽ سندس شعر جي عرفان جا پياسا ۽ پينار، ۽ انهيءَ مڌيريءَ مَي جا متوالا آهيون. ڇو ته شاهه جو ڪلام سڪ ۽ سوز، فڪر ۽ ڦوڙائي، وندر ۽ ورونهه، عارفانه مشاهدات، قلبي واردات، حقيقت ۽ بصيرت، امن ۽ انسانيت، آزاديءَ ۽ وطنيت جو لافاني خزانو آهي، جنهن لاءِ نقاد کي عارفانه اک، ايمان ۽ ايقان، وهبيت ۽ وجدان، انسانيت ۽ صداقت، فلسفي ۽ تصوف جي اصولن جي ڄاڻ ۽ مطالعي، فڪري سنجيدگيءَ ۽ صحيح نتيجن ڪڍڻ جي ضرورت آهي.

شاهہ جي ڪلام تي اهڙيءَ تحقيق لاءِ هڪ خاص اڪيڊميءَ جي ضرورت آهي. جيئن اقبال اڪيڊمي يا نذرل وغيره آهن، تيئن سنڌ وارن تي اهو فرض آهي تہ اسين شاهہ تي تحقيق لاءِ اهڙي اڪيڊمي قائم ڪريون. ان ۾ سنڌ جي نون توڙي پراڻن ۽ مختلف خيال رکندڙ اديبن ۽ دانشورن جي حوالي اهو ڪم ڪريون. ۽ هنن تي لازم آهي تہ هو قديم توڙي جديد فڪري روشنيءَ ۾ شاهہ جي ڪلام جو مطالعو ڪن ۽ ان تي جامع صورت ۾ شرح وغيره لکن. اهو بہ اسان تي سرڪواسي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو ڏورو آهي، جنهن شاهہ جي ڪلام جي شرح لکي، جنهن کي اڄ جا اسين اديبڙا، ڦيري گهيري، شرحون لکيو ويٺا آهيون، جي ويچارن اديب يا اديب عالم يا بي. اي. ۽ ايم. اي. ۽ يونيورسٽيءَ جي امتحانن ۾ پيئون ڪم اچن. مون کي تہ سنڌيءَ ۾ ايم. اي. ڪيل ڪيترن دوستن جي ڄاڻ آهي، جي شاهہ جي بيت جي تشريح تہ پري رهي، پر ان جي پڙهڻي بہ صحيح صورت ۾ ادا ڪري نٿا سگهن. اهو نتيجو صرف اسان وٽ ڪنهن مناسب ۽ معياري مواد نہ هئڻ ۽ فڪري تربيت نہ ڪرڻ جو نتيجو آهي. ان ۾ ڏوهہ انهن پڙهندڙن جو نہ، پر اسان سوچيندڙ ۽ فڪر رکندڙ طبقي جو آهي، جي پاڻ کي 'پٽ جا جوڳي'، 'شاهہ جا شيدائي' ۽ سنڌس ڪلام جا 'ڪوڏيا' پيا ڪوٺايون. اسان جي تحقيق اڃا تائين هن ڳالهہ تي متفق ۽ يڪراءِ نہ ٿي سگهي آهي تہ آيا

— شاهہ اُمي هو يا پڙهيل؟

— سندس طريقو اويسي هو يا پاڻ باقاعدي ڪنهن درس طريقت ورتو هئائين؟

— سندس ڪلام جي ترتيب ۽ پڙهڻي اها صحيح آهي يا ڪا ٻيءَ طرح هئي؟ جي هئي، تہ اها ڪهڙي؟ ۽ جي ترتيب صحيح نہ آهي، تہ پوءِ ڪهڙي هئڻ گهرجي؟

— شاهہ جي فڪر ۽ فن جا ماخذ ڪهڙا آهن؟

— رسالي جا سڀ سُر سندس چيل آهن، يا، جيئن ڪن محققن ۽ دانشورن جو رايو آهي تہ ڪيڏارو، بروو هندي، ڪاپائتي، ۽ سُر مارئيءَ جو هڪ اڌ باب سندس بنهہ ڪونہ چيل آهن، ۽ ڪن جو چوڻ آهي تہ اهي سُر سندس آهن؟

— شاهہ جو ڪلام مختلف نسخن ۾ آهي، اهو سڀ سندس آهي يا ڪن ٻين اڳين يا سندس ڪن همعصر شاعرن جو ڪلام بہ سندس رسالي ۾ اچي ويل آهي، ۽ ان ڪري اهو جدا ٿيڻ گهرجي؟

— شاهہ وحدت الوجودي هو يا وحدت الشهودي؟

— سنڌي بيت جي تڪميل ۽ حُسن، رواني ۽ ميٺاڄ، ۽ زبان ۽ بيان جي گهرائيءَ ۾ سندس ڪيترو حصو آهي؟ آيا پاڻ ان ۾ حرف آخر جي حيثيت رکي ٿو، يا ڪانئس اڳ جي شاعرن ۾ اهي

خو بيون ڇگيءَ ريت موجود هيون؟

— آيا ڪافيءَ ۽ وائيءَ جو ٻاڻ ٿي سَرواڻ آهي يا ڪانئس اڳ ۾ ڪافي پنهنجيءَ تڪميل کي پهتل هئي؟ جي نہ، تہ شاهہ ان ۾ ڪهڙي ڦير گهير ڪري ان کي زندگي ۽ حسن بخشيو؟

— شاهہ جي نالي سان پيو ڪيترو ڪلام جو نسخن ۾ نہ آهي، پر ڪڇ، ٿر ۽ لاڙ جي پاسي شاهہ جي شيدائين ۽ ڪلام ڳائيندڙن وٽ آهي ۽ سندس نالي سان ٿي چيو وڃي ٿو، جيڪڏهن ان کي قبول ڪيو وڃي تہ ڪهڙن اصولن پٽاندر، ۽ جي رد ڪيو وڃي تہ ڪهڙي آڌار تي؟

اهي ۽ ٻيا اهڙا ڪئين سوال ذهن ۾ اڀرن ٿا، جن جو جواب شاهہ جي دانشورن کي ڏيڻو آهي، جيڪو هو اڄ تائين نہ ڏيئي سگهيا آهن. اها هڪ اهڙي گهٽتائي ۽ شاهہ جي تحقيق جي سلسلي ۾ رڪاوٽ آهي، جنهن کي اسان جو نئون نسل ڪڏهن بہ معاف نہ ڪندو.

اسان جي نئين نسل جو انقلابي انداز سان شاهہ کي قبول ڪرڻ دراصل سندس ذهني ڪشادگيءَ ۽ ادب جي انهيءَ ترقي پسند رجحان واري خيال جو نتيجو آهي، جنهن کي ڪن حلقن طرفان ڪفرزده ادب بہ ڪوٺيو ويو آهي. دراصل نئين نسل ۾ شاهہ لاءِ بيپناهہ محبت ۽ سندس ڪلام سان پيار ۽ پاٻوهہ انهيءَ ذهني جاڳرتا جو نتيجو آهي.

ٻئي طرف اسان جي پراڻن شارحن شاهہ جي فڪر انگيز ۽ حيات آفرين پيغام ۽ ڪلام کي حقيقت ۽ مجاز جي لفظي تقسيم جي نذر ڪري ڇڏيو آهي، ۽ شرح لکندي فقط تصوف ۽ معرفت جا مقامات بيان ڪيا ويا آهن، جن جي صحيح مقام لاءِ اڃا بہ ڪي گهرجي. ٻئين طرف ڪي اهڙا سائينءَ جا سنواريا بہ ساڻا آهن، جن کي شاهہ جي ڪلام ۽ پيغام ۾ ماديت ۽ مجاز کان سواءِ ڪاٻہ حقيقت ۽ معنويت نظر ئي نٿي اچي. حالانڪ شاهہ زياده تر هڪ صوفي ۽ فلسفي طبع جو، باخبر ۽ اهل نظر هو. سندس ڪلام غالب، مير، بُلا شاهہ ۽ سلطان باهوءَ جي معيار جو هجي ها، تہ پوءِ نہ ڪو عظيم ليکجي ها ۽ نہ ڪو ڪيس اهڙي دائميت ۽ مقبوليت حاصل ٿئي ها.

آخر مشهور جرمن مستشرق، مائي انيميري شمل ۽ ڊاڪٽر سورلي شاهہ جي ڪلام ۾ ڇا ڏٺو آهي جو کيس دنيا جي سيني شاعرن جو سرموڙ تسليم ڪن ٿا. شمل جو ائين چوڻ تہ "شاعريءَ جو اطلاق فقط لطيف سائينءَ تي ڪري سگهجي ٿو"، ڪهڙي معنيٰ ٿو رکي؟ جيڪڏهن شاهہ جي معنوي انداز کي نظر انداز ڪري ڇڏجي تہ پوءِ؟ لهذا، اڄ ضرورت آهي تہ شاهہ جي روح آفرين ۽ فڪر انگيز ڪلام جي ڪا شاناائتي ۽ مڪمل شرح لکي وڃي، جا هر خيال

ڪان مڪمل ڇٽي سگهجي.

تاريخ جو موجوده دور انهن فرسوده خيالن کي ٺڪرائي چڪو آهي، جنهن ۾ صرف زندگيءَ جي هڪ رخ کي نظر ۾ رکيو ٿي ويو. ان جي مقابلي ۾، اڄ جي انسان جي سماجي زندگيءَ ۾ پريشان حالي، پريشان خيالي ضرورتون ۽ ان جا اسباب، روحانيت ڪان ان جي دوري ۽ فراريت جو شڪار هئڻ، اهي سڀ اڪر رکندڙ طبقي لاءِ هڪ چئلينج آهن، ۽ هن امر جا متقاضي آهن ته اسين شاهه کي زندگيءَ جي معنوي حقيقتن ۽ انهن جي همه گيريت سان پيش ڪريون، جنهن ۾ سطحيت بجاءِ معنويت ۽ ماديت جي بجاءِ روحانيت، ۽ زندگيءَ جا صحيح قدر ۽ معيار بيان ڪيل هجن، جنهن ۾ اهل دل ۽ اهل فڪر لاءِ هڪجهڙو مواد هجي. شاهه زنده آهي، شاهه سدا حيات آهي. سندس ڪلام امر آهي. اڄ ان کي انهن تحقيقي غواصن جي ضرورت آهي، جي پاتال ۾ پيهي، انهن املهه هيرن ۽ موتين جون مٺيون ڀري آڻي ڏين، جن جي ڪير ڪٿ ٿي ڪٿي نه سگهي—

ايءَ گت غواصن، جئن سمنڊ سوجهيائون،
پيهي منجهه پاتار جي، ماڻڪ ميڙيائون،
آڻي ڏنائون، هيرا لعل هٿن سين.
—شاهه

## پاڪستان پبليڪيشنس جا ڇپايل علمي ادبي ڪتاب

مهراڻ جا ماڻڪ: آزاديءَ جي جدوجهد، قوميت ۽ حب الوطنيءَ جي موضوعن تي لکيل قومي نظمن جو مجموعو. صفحا ۳۵۰، قيمت پنج رپيا.

شاعرن جو سرتاج: مرتب بيگم خديجه خانم دائودپوٽو. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي سوانح ۽ ڪلام متعلق شهپارن جو مجموعو. صفحا ۲۷۲، قيمت چار رپيا.

مهراڻ جون موجون: مرتب سيد حسام الدين راشدي. سوانح، تاريخ، سير سفر ۽ ادبي مضمونن، افسانن ۽ نظمن، ڪافين، گيتن، غزلن، قصيدن ۽ قطعن جو بيش بها خزانو. قيمت چار رپيا.

# شاهه جي سوانح جا ڪي غلط پاسا

نور محمد لاشاري

مير علي شير "قانع" ٺٽويءَ، "تحفة الڪرام" ۾، شاهه صاحب جي زندگيءَ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي:

> چون ٿا ته مرزا بيگ ارغون، جنهن جي نياڻي شاهه صاحب جي نڪاح ۾ هئي، تنهن کي اوائل ۾ شاهه صاحب سان بغض هو. جڏهن وفات ڪيائين، تڏهن شاهه صاحب جي مريدن مان هڪڙي سندس وفات جي تاريخ "بود خبيث" (يعني: خبيث هو) ڪڍي. جڏهن آن عارف ڪامل هي ٻڌو، تڏهن بي اختيار چيائين ته ائين نه چوڻ گهرجي، بلڪ چئو: "يڪ مغل بود" (يعني هڪ چڱو مغل هو). جڏهن ابجد جو حساب ڪيائون ته ساڳيو سال نڪتو. تحقيق، هڪ اڻپڙهيل جي واتان ائين واقع ٿيڻ هڪ ڪرامت آهي.

"قانع" جي چوڻ مطابق، مٿين بيان مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته شاهه صاحب ڪرامت جو صاحب بزرگ هو، جو اڻپڙهيل هوندي به فارسي زبان ۾ آسانيءَ سان مرزا بيگ ارغون جي وفات جي تاريخ جوڙيائين. ساڳئي ئي بيان مان شاهه صاحب جي اخلاقي عظمت جو به مظاهرو ٿئي ٿو، جو پنهنجي دشمن خلاف اجايو اکر به سهي نه سگهيو ۽ مريدن کي ڇنڀيائين.

عزت مآب ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري رسالي جي مهاڳ ۾ تحرير ٿيل آهي ته:

> شاهه عبداللطيف کي ڪوٽڙيءَ ۾ آئي اڃا ٿورو عرصو مس گذريو ته ڪي ڏلَ ذات جا شاهينگ، وجهه وٺي، اچي مرزا مغل بيگ جي گهر تي ڪڙڪيا. مڙس ماڻهو ويا هٿا ڪم پئيان، سو چورن کي به لڳي ماڃي— جيڪو مال متاع هٿ آين، سو ٻهاري هليا ويا. مغلن کي جڏهن انهيءَ عقوبت جي خبر پئي، تڏهن هٿيار پنوهار ٻڌي ڌاڙيلن پٺيان ڪاهي پيا، ۽ سندن سارو ڊنبلو سيدن جي پاڙي ڪان اچي لنگهيو. شاهه عبداللطيف ڏٺو ته اهڙيءَ مهل ۾ واهر ڪرڻ واجب آهي، سو ڪي ماڻهو وٺي، هنن سان همراهه ٿي وڃڻ لاءِ، سنڀري آيو. پر مغلن سندس مدد وٺڻ کان صفا نابري واري. شاهه کهٽيون ٿي منٿون ڪين، مگر هو هٽ کان هيٺ نه لٿا. شاهه اپترو به

چين ته جي آءٌ انهيءَ ڪشمڪش ۾
مري ويس ته پاڻ اوهان جي خوشيءَ جو
باعث ٿيندو، ۽ جي جيئرو موٽيس ته
ڇڏڪ پاڙي جي ننگ جو حق ادا ڪيم.
پر مرزا مغل بيگ اصل نه مڙيو؛ اجائي
بڪ شڪ ڪيائين، ۽ شاهه کي ويڻ
ڏنائين. شاهه جي دل کي نهايت رنج
ٿيو، چون ٿا ته سندس زبان مان بي اختيار
هي پاراتو نڪري ويو:

بيگ! تنهنجي بيگيءَ، ڪونڙيءَ ۾ ڪان،
اٿم آس الله ۾، دل ماريني مان!

مٿين ڳالهه ۾ شاهه صاحب جي ڪرامت ظاهر
ڪرڻ خاطر آهي— (ته بيگ سڀ پاراتي سبب
مارجي ويا).

جس هجي گربخشاڻي صاحب کي، جو غيرمسلم
هوندي به انهيءَ بيان سان اختلاف ڏيکاري
ٿو.

مٿين ٻنهي بيانن کي جاچي، انصاف روءِ
ڏسجي ٿو ته شاهه صاحب جي اخلاقي ڪردار ۾
ڪيڏو نه فرق پيدا ڪيو ويو آهي. سندس
ڪرامت ته ٻنهي بيانن ۾ ظاهر ٿي، پر پوئين
بيان واري ڪرامت ڪهڙي قسم جي؟ ان وقت
جي سماجي حالتن ۽ قدرن کي به نظر ۾ رکڻو
آهي. مون کي ته اهو پاراتي وارو شعر گار برابر
پيو لڳي. لفظ "بيگي" تڪراري لفظ آهي. بيگيءَ
جي معنيٰ اگر ڇگمڙسي، ٻڳ، حڪومت، وڏيرپ
وغيره آهي، ته ٻئي طرف سنڌيءَ ۾ "بيگيءَ" جو
لفظ مؤنث جي ذات طور به استعمال ٿي سگهي
ٿو. ان ريت، اهو پاراتو نه رڳو انفرادي طرح
بيگ جي معتبري ختم ٿيڻ بابت ڇنبو، بلڪ
بيگ بيگ جي ذات، سندن ٻڻ بنياد ختم ٿي
وڃڻ بابت به ڇنبو. سڄي نسل کي نندڻ، سو
ڪنهن الله واري کي ڪٿن ٿو جڳائي! اهو ته
شاهه صاحب جون ڪرامتون ظاهر ڪرڻ نه ٿيو،
پر آنس الزام آڻڻ يا بهتان مڙهڻ آهي شاهه صاحب
واقعي بيگن اڳيان ڪانيارو هو، جو انهن جي
ٿي خاندان مان نينهن جو نشانو بڻيو هو ۽
مجازي محبت ۾ گرفتار ٿي پيو هو. سهٽيءَ سنڌ
جي قوم هميشه غيور پئي رهي آهي، جنهن جي
ساک سهٽي سيد پاڻ به ڏني آهي. عشق ۽ مشڪ
لڪڻ جهڙيون وٿون نه آهن. گلا ۽ خواريءَ
کان ڪهڙو نياڻين جو پيءُ آهي جو برهم نه
ٿئي. بيشڪ، بيگن سيدن سان سينو ساهيو،
ڪاوڙ ڪروڌ ڪيو، ۽ چو نه ڪرڻ گهربو
هون؟ هنڌين ماڳين جو بدنام ٿي پيا هئا. پر
لاکيڻو لال ته لڇپال هو، ڪيس اهڙن راڇوٽي
رکڙن جي ڇگيءَ ۾ پروڙ هئي. لوڪ لڪا نه
ڏيڻ خاطر، برهه جي باهه سيني ۾ سانڍي، ديس
ڇڏي پرديسي ٿيو. هت پاراتي جو سوال ئي پيدا
نٿو ٿئي. هو جو سنڌ جي اخلاقي قدرن جو
عظيم علمبردار هو، تنهن کي ان رنگ ۾ پيش
ڪرڻ ڪيتريقدر صحيح آهي؟

ميان نور محمد خان ڪلهوڙي جي موڪليل
معجون واريءَ دهليءَ جي آکاڻي به عجيب نموني
سان آچاريل آهي. ڪل جهڙي ڳالهه آهي ته
شاهه صاحب جي ڪرامت ظاهر ڪرڻ لاءِ شاهه

جا مرتب ۽ شارح سندس واتان هي ٻول ٻولرائين
ٿا ته "ميان صاحب کي منهنجا نياز ڏج، ۽ چئج
ته جي اوهان جي سوکڙي رکو اسين کائون ها
ته رکو اسان کي فائدو ٿئي ها، هاڻ پل ته
اونهي عميق تائين جيڪا خدا جي خلق آهي،
تنهن کي به فيض رسي." ۽ ظاهر ڪن ٿا ته
شاهه صاحب ڪيئن نه سمجهي ورتو ته اها معجون
نه هئي، پر زهر هو!

انهيءَ ڪرامت ظاهر ڪرڻ کان پوءِ، چو
هرڪو شارح پنهنجي پنهنجي نموني ۾، جدا جدا
قسم جي تشريح ڪري ٿو؟

ڪو لکي ٿو ته انهيءَ زهر-ڳاڌڙ پاڻيءَ کي
جنهن ٿي پيتو سو وهلو وهانجي ٿي ويو؛ ڪو
پيو لکي ته انهيءَ پاڻيءَ کي جنهن پيتو، تنهن
کي مرڻ گهڙيءَ تائين بيماري ڪانه ٿي؛ ڪو
پيو چپ چوري ته انهيءَ سم قاتل کي اڇلڻ
شرط ٿي مهراڻ جون مڇيون مري، ترڻ لڳيون.
نه منڊي، نه سرا ڳالهه ته الائي ڪيئن آهي،
بهرحال اسين انهيءَ وچار ۾ هئاسين ته شاهه صاحب
جي شعر توڙي احوال کي اسان جا عالم ۽ فاضل
سڌارڻ ۽ سنوارڻ جي ڪوشش ڪندا، ڪند
ڪچري کي ڪيئي ڪو درست ڏک ناهيندا، پر
اڄ تائين صفائيءَ جي سوجهري بجاءِ، معاملي
کي ويتر منجهايو پيو وڃي. ڪيڏانهن آهي شعر
جو اعليٰ معيار، ته ڪيڏانهن آهي زندگيءَ جي
داستان جو پست درجو!

هاڻي ته اهڙي قسم جون مبهم ۽ مشڪوڪ
ڪهاڻيون، قوم جي ٻچڙن جي ڪچڙن دماغن
جي راهه رد ڪرڻ لاءِ رڙهنديون، درسي ڪتابن
جي ڏيڍر ۾ ڏيرڪي جاءِ وٺي لڳيون آهن. مثلاً،
سنڌي پنجين درجي جي ٻهرائين سبق ۾، ٻهرئين
صفحي تي اڄهو هيئن لکيل آهي:

شاهه صاحب جي من ۾ شروع کان ئي
الاهي محبت جو مچ ٻري ويو هو. چون ٿا ته
هڪ دفعي عبادت ڪندي ڪندي هن کي ٻه-ٽي
ڏينهن گذري ويا. مٿان واري وري ويس، پر
هي پنهنجيءَ ڌُن ۾ مست رهيو. سندس والد
حبيب شاهه کيس ڳوليندو اچي آتي نڪتو. پٽ
کي ڏسي چيائين:

"لڳي لڳي واءُ، ويس انگڙا ڍڪجي."

شاهه صاحب يڪدم جواب ڏنو:

"پئي ڪٽي پساهه، پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي."

درويشن جي دنيا جو ڪهڙو به ڪتاب
کولجي، اوليائن ڪرامن جون ڪيتريون ئي
ڪهاڻيون پڙهجن، الاهي عشق جي عشاقن جون
انيڪ عادتون ۽ اوصاف پسجن، ته اهو ئي معلوم
ٿيندو ته ابتدا مجازي عشق کان ٿئي ٿي، ۽
اخير ۾ معرفت جا مزا ماڻجن ٿا. انهيءَ لاءِ عام
چوڻي آهي ته "المجاز قنطرة الحقيقت". جڏهن
انسان معرفت جي مهراڻ ۾ مدغم ٿي وڃي ٿو،
حقيقت کي حاصل ڪري ٿو. تڏهن هن ساري
سنسار کي پاڻيءَ جي ڦوٽي کان وڌيڪ اهميت
نٿو ڏئي. کيس هن دورنگيءَ دنيا جون رنگبرنگي
رمزون ريهي ريهي نٿيون سگهن. جيڪڏهن
ائين آهي ته پوءِ عقل سليم ڪيئن تسليم ڪندو

ڏ شاهه صاحب شروع ۾ ته حقيقي حب ۾ رهيو،
پر وڏڙو ٿيندي ٿي مجازي مهانڊي تي موهت
ٿي پيو! پارس جي هٿ لڳڻ کان پوءِ سون جي
تلاش ۾ رهڻ واري قصي کي ڪير قبوليندو؟
ڳالهه جيئن ٿهي، تيئن ٺاهجي.

پيو عرض ته دنيا کي خبر آهي ته شاهه صاحب
جو والد بزرگوار، سائين حبيب شاهه، شاعر نه
هو ۽ نڪي ڪي پيا شعر ان جا موجود آهن.
شاعراڻي طبيعت نه هئڻ جي باوجود، ڪيئن اهو
شعر ٺهرپهه چئي ڏنائين ته "لڳي لڳي واءُ، ويا
انگڙا ڏيکجي؟"

انهيءَ کان وڌيڪ تعجب جي ڳالهه هيءَ
آهي ته شاهه صاحب کي استغراقي حالت ۾، دنيا
و مافيها کان بيخبر، وحدت جي ورونهه ۾ غرق
ڏيکاريو ويو آهي، مٿانئس واري وري ويئي آهي،
تن من جي خبر ڪانه اٿس، پوءِ به جهٽ پٽ
والد جي شعر جي وراڻي ڏني ٿو، سا به شعر ۾!

اسان جون اکيون ٽڏيون، جيڪڏهن
شاهه صاحب کي مافوق‌الفطرت شخصيت جو
مالڪ قرار ڏنو وڃي ٿو، پر سوچڻ جي ڳالهه
آهي ته ڪهڙي بنياد تي؟ ۽ انهيءَ مان فائدو؟

پلا انهيءَ ڳالهه ۾ ڪهڙي اربعا خطا آهي،
جيڪڏهن شاهه صاحب جي زندگيءَ جو خاڪو
هيئنئين بنياد تي هجي، جيڪو حقيقت جي بلڪل
قريب پيو لڳي. اهو هيئن ته

شاهه صاحب ننڍيءَ ٿهيءَ ۾ هڪ عام
پر خاموش طبع پارن وانگر زندگي گذاري
ٿو. وڏو ٿئي ٿو ته مجازي محبت مهٽيس ٿي.
چاهه جي چپيٽ جي ڪري، پريتم سان
پرڻجڻ لاءِ پيءُ کي پوڪاري ٿو، پر پيءُ جو
وس نٿو هلي. جواني ديواني آهي، نينهن
۾ نامراديءَ سبب رُسي، پوڙهي پيءُ
کي اڪيلو ڇڏي، جوش ۽ جولان ۾،
جهنگ منهن ڪري ٿو.

اهو ئي وقت آهي جو شاهه صاحب
کي عروج حاصل ڪرڻ جو پنڌ پيچرو
نصيب ٿئي ٿو. ڦوڙائي جو ڦٽ اٿس،
طبع ۾ فطرت ۽ مشاهده نگاريءَ جو انگ
اپريل اٿس. جهنگ جبل جهاڳي ٿو،
ڏک سک سهي ٿو. پنهنجي پرائي جي
خبر پويس ٿي، کري کوٽي سڃاڻڻ جي
ساڃهه ٿئيس ٿي. نوري ۽ ناري جو ڪيئڙن
جي جُوءِ ۾ جستجو جو جس کٽي ٿو،
درويشن جا در ڏيکي ٿو، صالحن جي
صحبت ماڻي ٿو. رچي راس ٿي، مچي
مڙس ٿي، پريو مت ٿي، موٽ کائي ٿو.
الاهي عشق ۾ ٽمٽار، غريب غربي جو
يار غار، ڏاتار جيي تن ۾ تنوار، نه ڪنهن
سان دوستي، نه ڪنهن سان دشمني. نه

مجازي محبوب جي مونجهہ، نڪا پرڙي
لاءِ پريت. ڏيهہ جي ڏاگ ڪيس پٽ
جو بادشاهہ بنائي ڇڏيو.

شاهہ صاحب جي اهڙي قسم جي صاف سوانح حيات مان هر انسان کي پنهنجو پاڻ سڌارڻ جو هرڪو سبق حاصل ٿئي ٿو. ٻيءَ حالت ۾، شاهہ صاحب کي، چمندي چام ثابت ڪرڻ، خواهہ مخواهہ سندس شخصيت کي پيچيدو بنائڻو آهي، جنهن مان ڪو بہ فائدو ڪونهي. شاهہ صاحب جي سوانح حيات ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي اڻوڻندڙ ۽ غيرضروري ڳالهيون آهن، جن کي صاف ڪرڻ نهايت ضروري آهي. پر جيستائين اسين شاهہ صاحب سان انصاف ڪريون ئي ڪريون، تيستائين اسان جي تعليمي نصاب کي اهڙن زبانڪار سبقن کان بنا دير صاف ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ اهو اسانجن نون نسلن جي ذهني تربيت جو سڀ کان نازڪ مسئلو آهي. اسين کين پنهنجي تاريخ جي ڪهڙي ميراث ڏيون، سا ڳالهہ اسان کي اڄ ئي سوچڻي آهي.



# شاهه جي ڪلام ۾ محبت جو مقام

عزيزالرحمان ٻگهيو

سچڻ ڏِنو جن، موڙڻ تنين ميهڻو،
اِيءَ مترَڪُ معذورين، جڻن مرن پريان جي پير تي. ـــ شاهه

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ڪلام، دراصل محبت جو پيغام آهي، جو سنڌي زبان ۾، سڄيءَ دنيا جي انساني ڪٽنب کي، دل کولي ڏنو ويو آهي. سندس پيغام جو بنياد اسلام جي عالمي اخوت واري اصول تي رکيل ٿو ڏسجي. هونئن به محبت ۽ سلامتي هٿ هٺ ۾ ڏيئي هلندڙ ڪيفيتون آهن. لفظ اسلام ۽ سلامتيءَ جو بنياد ساڳيو آهي. شاهه جو رسالو چڻ اسلام جو اختصار آهي.

جي تو بيت ڀانئيا، سي آيتون آهين،
نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي.

شاهه جي رسالي کي پڙهڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته اهو هڪ درياءَ آهي، جيڪو لڳاتار محبت جون موجون ماري رهيو آهي، ۽ آڇايل انسانن کي پريت جو پاڻي پياري رهيو آهي. هڪ هڪ بيت ۾ وڏي مٺيا رکيل آهي، جيڪا هرسوچيندڙ دماغ کي پاڻ ڏانهن راغب ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿي. اها رغبت وري محبت ڏانهن مائل ڪري ٿي، جيڪا انسان جي فطري تقاضا آهي. انسان لفظ ’انس‘ مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي پيار ۽ گهرائپ. ان پيار ۽ گهرائپ تي جڏهن ڪوڙ ۽ ڪلفت جي ڪٽس چڙهي ٿي ۽ نتيجي ۾ انسانيت حيوانيت ڏانهن لڙي ٿي، تڏهن حق جي دعوت کي دهرائڻ جي وري ضرورت ٿئي ٿي. انبيا ۽ پيغمبر اچن ٿا، شاعر ۽ رهبر قدرت جي ڪُڪ مان نڪرن ٿا. نتيجي ۾ مستيءَ ۾ ستل ۽ غفلت ۾ ڦاٿل انسانيت جو منجهيل مغز پنهنجيءَ جاءِ تي اچي ٿو، ۽ وري ڪجهه عرصي لاءِ ديواني دنيا، لوڀ جي سوڀ تي ڪڪيون هڻڻ ڇڏي ڏئي ٿي ۽ رُئيءَ جي ڊوڙ سان دُئي چڙهيل راهه تي فنائيت جي قتل گاهه کي ڏانءَ جي ڏاتي سان لٽي، ڪتل پريت جي پٽرن کي ظاهر ڪري ٿي. پيار جي پانڌيڙن لاءِ اهي پٽر پري کان پيا چمڪن. پوءِ، ان لاهوتي لنگهه تان انساني اچ-وڃ شروع ٿئي ٿي ۽ خدا جي خلق اصلي مقصد ڏانهن رڙهي ٿي. اهو طريقو حضرت آدم عليه السلام کان وٺي هلندو اچي ۽ شايد قيامت تائين قائم رهي. وقت جي وهڪ سان اهو طريقو به ڦرندو رهيو، ۽ شعور جي وڌڻ سان، مختلف مذهبن جي شڪل ۾ نمودار ٿيندو رهيو. ليڪن

مقصد ۾ ڪا ڦيرقار ڪانه آئي، ۽ اهو هي هو ته
انسان دانس جي دائري ۾ رهي. ٻين لفظن ۾ ائين
جنهجي ته مڙني مذهبن ۾ مرڪزي خيال ۽ بنيادي
پٿر محبت رهي آهي. محبت ناهي ته ڪجهه به
ناهي. محبت آهي ته سڀڪجهه آهي. محبت جي
موجودگي نفرت جي نفي آهي. محبت مان ۾ آئي
ته نفرت وئي، ۽ محبت ئي انسانيت قائم رکڻ
جي ضمانت ڏئي ٿي. چو ته ان ۾ ڪشش آهي،
۽ ڪشش ۾ ميٺاج آهي.

ڳالهه ٿا ڪن ته حضرت بيبي رابعه بصريءَ
کان ڪنهن پڇيو ته توکي شيطان کان ڪيتري
نفرت آهي. هن جواب ڏنو ته "منهنجي مالڪ
(خدا) سان ايڏي محبت آهي، جو دل ۾ ايتري
جڳهه نه رهي آهي، جتي شيطان لاءِ نفرت کي
جاءِ ملي." حقيقت هيءَ آهي ته نفرت ۽ محبت
جي جاءِ دل هوندي آهي، ۽ اهي ٻئي ڪيفيتون
هڪٻئي جو ضد آهن. لهذا، ٻه تراريون هڪ
مياڻ ۾ ڪيئن اچن؟ محبت آئي ته تڏهن،
جڏهن نفرت غائب ٿي. تنهنڪري محبت وارو
نفرت ڪيئن ڪري؟

حوصلو حيرت جو، آهي نه مٿي عام،
سندي محبت مام، ڪو رُ پروڙي ڪينڪي.

ائين ضرور آهي ته مذڪور ڪيفيت
عام خلق کان مٿيرو مقام رکندڙ اهل الله شخصن
جي ٿي سگهي ٿي، باقي عام دلين ۾ محبت ۽
ڪدورت ٻئي گڏ رهن ٿيون. ان ڪري اسان
عام ماڻهو نج محبت ڪرڻ واري ڪيفيت کان
محروم آهيون. ڪڏهن محبت سان پيش پيا
اچون ته ڪڏهن نفرت سان. دل ۾ ٻئي حالتون
ڪاڏڙ آهن، جنهنڪري ڪٿي جا به ڪو نه
رهيا آهيون.

صوفين جي مذهب ۾ ته محبت جو هجڻ
نهايت ضروري آهي. محبت جي ذريعي ئي سالڪ
جو مالڪ سان ملڻ ممڪن ٿي سگهي ٿو، ۽
وچ جون منزلون طي ڪرڻ آسان.

جيئن ته شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه هڪ
صوفي شاعر هو، تنهنڪري هن به محبت جي
بنيادي اهميت قبول ڪئي آهي. نه رڳو ايترو،
پر هن پنهنجي ڪلام ۾ محبت جي نظرئي کي
چار چنڊ لڳائي ڇڏيا آهن ۽ ان کي هڪ نادر
حيثيت ڏئي ڇڏي آهي. حقيقت هيءَ آهي ته
محبت واريءَ ڪيفيت جو سڌو تعلق محبوب
جي حيثيت سان آهي. جيترو محبوب ۽ مطلوب
مٿانهون ۽ حسين، اوتري محبت به پيلوٺ، سچي
۽ شدت واري. شاهه صاحب جي حالت ۾، محبوب
مالڪ سائين پاڻ آهي، يا دنيا جو رهبر رسول الله
صلي الله عليه وسلم آهي. تنهنڪري، هن جي
محبت به ان ئي منزل جي آهي.

ساهڙ مون جيئن مرتيون! جي ڏسو سيپئي،
ته سُمهو ڪين سُک ٿي، ورَ پاسو ڏيئي،
مُنهان اکيئي، گهيڙو سپ گهڙا ڪئي.

شاهه جي محبت قربانيءَ کان سواءِ ڪجهه
نه چاڻي ــــ اهڙي محبت، جيڪا سورن کي
سولائي سمجهي، بلڪ ضروري سمجهي، ته جيئن
اندر جي شيطاني طاقتن جو مقابلو ڪري سگهجي

۽ منفي ماحول کي مٽائي سگهجي —

متو آهين سَچ، ڏلهو ٿيو ٽونا هڻين،
تو جا ڀانئي اِچ، تنهن ڀاڙيءَ ڀُنا ڏينهڙا.

بلڪ شاهه جي محبوب جو حُسن به نيارو آهي:

"ڪٿي نيڻ خمار مان، جان ڪيائون ناز نظر،
سورج شاخون جهڪيون، ڪوماڻو قمر،
تارا ڪتيون تائب ٿيا، ديکيندي دلبر،
جهڪو ٿيو جوهر، جانب جي جمال سين.

بلڪ سڪڻ ۽ سوريءَ ۾ ڪو فرق ڪونهي:

سڪڻ ۽ سوري، ٻئي اکر هيڪڙي،
وهڻ واڻڻ تي، ڪارڻ ضروري،
ٻنهي جي پوري، جيءَ ڏني ريءَ نه ٿئي.
سڪ نه آهي سٽري، ڪڻ پروڙي پير،
ڪسڻ ڏاران ڪير، ڪري سَڌ سِڪڻ جي.

۽ اِجا به ڀڌو:

عشق نه آهي راند، ته ڪي ڪيڏن ڳيرو،
جيءَ، جُسي ۽ جان جي، ٻجي جو هيڪاند،
سسي نيزي ڀاند، اچل ته اڏ ٿئي.

نه رڳو محبت جي رستي ۾ آيل سورن کي ساهه سان سانڍجي، پر سورن کي دعوت ڏجي، چو ته ان يار جي پار جي مصيبت به مٺي آهي—

صدا وڌم سور جي، اڳيان ڪوهياري،
جو نجس نڪاري، سو ٻنهون وڌم ڀاند ۾.
سور جنين کي سرئو، سري تن صحت،
مٺي مصيبت، آهي عاشقن کي.

شاهه جي محبت ۽ تلاش واري رستي ۾ سورن جو سودو ڪرڻ جڳائي —

سڄو سڪن سائي ڏيان، سر ٻڻ ڏيان سٽ،
جي مون ٻڙي سٽ، ته وِرهه وهايان هيڪڙو.

۽ اهڙو سودو به چو نه ڪجي، چو ته سور ئي ته سونهان آهن —

ڏيڪاريس ڏکن، گوندر گس ٻرينءَ جو،
سُنهائي سورن، ڪي هيڪاندي هوت سين.

محبت اهڙي پاڪ چيز آهي، جو ان ۾ نالي ماتر به گستاخي نه ٿئي. محبوب اکين جو نور آهي. ۽ اها روشني تڏهن رهندي، جڏهن محبوب جي معيار ۽ حيثيت ۾ ڪک جيترو فرق به نه اچي. دوست جي ديدار ٿيڻ تي جيڪڏهن سڪ ۾ ڪمي اچي وئي، ته فرق اچي ويندو. پوءِ جيڪڏهن سڪ به نه سهمائجي ۽ محبت کي معمولي مهميز به نه اچي، ته ان لاءِ ضروري آهي ته اهڙو منگهريو محبوب ئي نه ملي. سورن ته سانڍي آهيان ۽ پورن پالي آهيان، تنهنڪري ڏکن ڏني دل نه گهبرائبي ۽ محبوب جي تلاش جاري رهي سگهندي.

ڳوليان ڳوليان م لَهان، شال م ملان هوت،
من اندر جي لوچ، متچڻ ملڻ سان مائي ٿئي.

هونئن ته شاهه جو سڄو ڪلام الفت جي آڪالي آهي ۽ محبت جو مانڊاڻ آهي، پر جنهن ڳالهه سندس رسالي ۾ محبت ۽ تلاش جي تاريخ ۾ نئين باب جو اضافو ڪيو آهي، سا آهي پريت جي پيچري تي هلائڻ لاءِ عورت جو انتخاب. عورت ذات فطرتاً ڪمزور قرار ڏني وئي آهي. ليڪن ان هوندي به سالڪ جا فرائض سرانجام

ڏيارڻ لاءِ، ان کي اڳيان آڻڻ واري نظرئي پٺيان شاهه جي اونهي لطيف خيالي ڪارفرما آهي. عورت کي محبت جهڙي مشڪل معاملي ۾ مبتلا ڪري ۽ عشق جي اونهي سمونڊ ۾ گهيرڻ جهڙي اهم ڪردار کي ادا ڪرڻ لاءِ چونڊڻ پٺيان ڪيترا ئي اسباب ٿي سگهن ٿا، جن مان، منهنجي خيال ۾، ڪي هي آهن:

پهريون ته عورت، نسبتا مرد کان، محبت واري ميدان ۾ زياده مستقيم ۽ وفادار ٿئي ٿي.

ٻيو ته روح راڙي ۽ آه و زاري ڪرڻ زال ذات جو مرڪ ۽ عادت رهي آهي.

ٽيون ته عورت جي منٿ ميڙ ۽ روئڻ پٽڻ، مرد جي ڀيٽ ۾ زياده دلسوز، غمناڪ ۽ رحم جي لائق ٿئي ٿو.

چوٿون، عورت انساني ڪمزوريءَ جو مجسمو آهي، ۽ ان ڪري ان جي رحم لاءِ اپيل زياده مؤثر ٿئي ٿي.

عورت جي انهن خصوصيتن سببان شاهه صاحب عورت کي استعمال ڪيو آهي، ته جئن تلاش سان ڪماحقه انصاف ٿئي، مطلوب جي دل ۾ رحم اچي، ۽ من جي مراد پوري ٿيڻ، ۽ مقصد جي حاصلات ۾ سولائي ٿئي. اهو ئي سبب آهي جو شاهه مخاطب ئي عورت کي ڪيو آهي، ۽ سندس پورو رسالو "اديون عبداللطيف چئي...." جي انيڪ اعلانن سان گونججي رهيو آهي.

تلاش ۾ اخلاص تڏهن پيدا ٿيندو، جڏهن متلاشي ۽ مطلوب جو معيار تلاش ڪندڙ کان گهڻو مٿي هجي ۽ پرينءَ سان پيچ واري رشتي کي پاڪ سمجهيو وڃي. سهڻيءَ کان هي چورايو ويو:

ساهڙ ڏاڙان سهڻي، نسوري ناپاڪ،
نجاست ناه ڪري، ٿهو جي اوطاق،
هوءَ جي کير پياڪ، پاسي تنين پاڪ ٿئي.

مومل ٿي چوي:

ڍولي ڏڪي آهيان، هيس آڳهاڙي آءِ،
رکي پنهنجو نانءُ، ڪڪر ڪيائم ڪاڪ جو

محبوب جي سونهن سامهون چنڊ به ڪا شيءِ ناهي:

چوڏهين چنڊ! تون اڀرين، سهسين ڪري سينگار،
پلڪ پريان جي نه پڙين، جي حيلن ڪرين هزار،
جهڙو تون سڀ ڄمار، تهڙو دم دوست جو

رکو محبوب جي عظمت جو احساس به ڪافي ناهي، پر ساڳئي وقت پنهنجي نالائقيءَ ۽ خسيسپڻي کي به سامهون رکڻو آهي. ڪٿي محبوب ڪٿي مان؟ راڻي جي ريجهڻ تي، مومل پنهنجي اصليت هن طرح ٿي بيان ڪري:

راڻا! هيس رڻي، تو سائين مون سون ڪيو،
منهنجي مداين جو، حال انئي هيءُ،
ڍوليا! ڏڪڻ ٿيءُ، ڪامل ڪچاين جو.

جبلن کي جهاڳيندڙ سسئيءَ ان احساس جو اظهار خوب ڪيو آهي:

نڪي ٿيان سگهڻي، نڪي سنگهڻي،
آهيان ڪميڻي، ذات پروچي نه جڻان،

ڪيچ ۾ خبر هوءِ، هن منهنجي ذات جي،
متان پنهونءَ پوءِ، لڄ منهنجي لوءَ ۾.

محبت جي راهه ۾ حجت جي خاج نه آهي. پرينءَ جي جتيءَ برابر به ناهيان—

جيهي سا تيهي، ته به پانهي پاروچن جي،
حجت هوت پنهونءَ سين، هن ڪميڻيءَ ڪيهي،
اصل آريءَ ڄام جي، پلئه آءٌ پيئي،
هو جا پائن پير ۾، تنهن جتني نه جيهي،
وساري ويهي، تن ڪيچين کي ڪئن رهان.

نوري نوڙت ۽ نياز جو ساز هن طرح وڄائي ٿي:

تون سمون، آءٌ گندري، مون ۾ عيبن لک،
هه! منهنجي حال جي، توکي سڀ پترڪ،
ڪارڻ رب الک، متان ماڳر مٽيين.

محبوب ته وڏي ڳالهه آهي، پر ان تائين پهچڻ لاءِ جيڪي وٽون واهرو ۽ ذريعو بڻجن ٿيون، سي به گهٽ ناهن. ميهار جي يادگيري ڏيارڻ لاءِ مينهن جي ڳچين ۾ وڄندڙ چڙو ۽ درياءَ ٽپائيندڙ گهڙو به پيارو آهي—

اديون! سڀ اندام، چڙن منهنجا چوريا،
لارن جا لنءَ لاتي، سا ڪئن آڇيان عام،
لڳيس جنهن جي لام، سو دلاسا دوست منهنجي.

منهن جنهن جي مون، ڏنو منهن ميهار جو،
آهم ساهه سنئون، سو ڪئن گهڙو گهوريان.

پرين ته ٿيو پري، پر جنهن پرينءَ کي ڏٺو، ان کي ڏسڻ به نعمت کان گهٽ ناهي—

مون سي ڏٺا ماءُ! جنين ڏٺو پرينءَ کي،
رهي اڄي راتڙي، تن جٺڪن سندي جاءِ،
تنين جي ساڃاءِ، ترهو ٿئي تار ۾.

شاهه پنائيءَ عورت کان جنهن الڪي، انتظار ۾ اوسيڙي جو اظهار ڪرايو آهي، ان جو مثال نٿو ملي. ليڪن ان انتظار جي اظهار کي سمجهه جي دائري ۾ به اهو آڻي سگهي ٿو، جنهن جو تعلق پهراڙيءَ سان آهي— جتي روشني نه هوندي آهي ۽ رات ڪاريءَ ۾ آسماني اهڃاڻ ڄاڻ جو واحد ذريعو بڻيل آهن—

ڪتين ڪر موڙيا، ٽيڙو آيا ٽيئي،
راڻو رات نه آئيو، ويل ٽري ويئي،
ڪوءِ سا ڪاٿي راتڙي، جا به بنءَ ري پيئي،
مون کي ڏنءَ ڏيئي، وڃي ڍوليو ڍٽ قرار يو

سامونڊي تاجرن ۽ ناکئن جي زالن جي به پڌو:

وڻجارن وري، پره پڳهه چوڙيا،
اوليون پسي ان جون، پيڙم ڳچ ڳري،
ويندس ماءُ مري، ساري سامونڊين کي.

آس ۾ رهندڙ مجسمهٔ عبادت بڻيل عورت جو انتظار اچا به پڌو:

مون اپي ٽڙ پاس، پرين پڳهه چوڙيا،
هو الله هار آهريا، آءٌ دمدم دعا ڪنديآس،
آه نه لاهينديآس، موٽي ايندا مان ڳري.

مسافرن جي اچڻ تي خوشيءَ جو اظهار ٿو ٿئي:

تڙين تارين، ماءُ! سامونڊي آئيا،
مون کي جيارين، وايون وڻجارن جون.

سامونڊي جهاز جي آمد تي، رڳو ان آسري تي گهران نڪري اچڻ ته شايد ان ۾ منهنجو پرين آيو هجي، اهڙي اظهار جو مثال ڪٿي ڪولڻ اجايو ٿيندو—

سڙهه سجاڻو چوءِ، ماءِ! سامونڊي آئيا،
مان منهنجو هوءِ، جاني هن جهاز ۾.

ليڪن ان ڪان به اڳتي ٿو هلجي. ٺيڪ آهي، انتظار به ڪرڻو پيو، اوسيڙو به رهيو، پر ان حقيقت جي ڪهڙي چاڻ ۽ ان حق جي ڪهڙي دعوا ڪري سگهجي ٿي ته بس هاڻي ملاقات ٿي ويندي. وڃڻ وقت تڙ تي بيهي، محبوب جي دلاسي جو انتظار ته ڪيو ويو، پر جڏهن اهو دلاسو نه مليو، ته پرينءَ جي غرور ڏانهن خيال نه ويو، بلڪ ان دلاسي جي لائق نه هئڻ ۾ پنهنجو قصور نظر آيو—

مون اڀي تڙ جهل، پرين پڳهه ڇوڙيا،
ڪا مُنهين ۾ آل، نات سجڻ سباجها گهٽو.

اهڙو دلي دوست جيڪڏهن مهمان ٿي اچي، ته گهر تڙ گهورڻ گهرجي—

مون گهر اچي جي ٿئي، ميندرو مهمان،
آٽي جهوڪيان آگ ۾، چيري وجهان چاڻ،
تاٽي تنورن ۾، پيري هٿان پاڻ،
پيڪن سوڌو پاڻ، گهر تڙ گهوريان ٻير تان.

دل مان دعا به محبت واري لاءِ نڪرندي آهي. محبوب ته جڙيو پنهنجي جاءِ تي، پر ان جي هر شيءِ سلامت رهي بلڪ وڌي ۽ ويجهي—

مينهون هن ميهار ڌڻن، الا، سب جيئن،
ڪاريون، ڪڪيون، ڪنڍيون، ويلا ڪيو وڃن،

جوءِ جا جاندارن جي، پيلا ٻهه ٻهه ڪن،
اچي ريل رهن، مون سنيارا سورين.

پنهونءَ تائين پهچڻ لاءِ ۽ جبل جهاڳڻ لاءِ اٺ جي سواري، سسئيءَ جي نظر ۾ نهايت ضروري ۽ اهم آهي. ان اٺ کي به گاهه چاري راضي رکجي—

ميا! تو مهار، سڄي پايان مون جي،
چار بنءِ چندن چوٽيون، نايو ميندي‌ءَ ڏار،
سندي پرين پچار، جي مون رات رسائيين.

محبت جي راهه ۾ غفلت ۽ سستي نهايت نقصانڪار آهن—

سنجهي رهين سمهي، غافل! منجهه گهرن،
ليڙن جو، لطيف چئي، ڪرڳل سوهه نه ڪن،
مي ڪٿن محب مڙن، جي سنجهي رهن سمهي،

سنجهي سمهي، غفلت ڪري، مقصد وڃائي، پوءِ پرينءَ جي شڪايت ڪرڻ غلط آهي—

سمهينءَ سنجهيئي، منهن وبڙهي مٿن جٿن،
اوجاڳو اکين کي، چاتئي نه ڏيئي،
هتان تو پيئي، ٿي ڪچو ڪيچين کي ڪرين

محبت جي راهه ڏاڍي اٽانکي آهي—

سهريان جي ڪالهڙي، رڳو رنجائو،
ڏونگر ڏولائو، ڏيندا مون ڏير ويا.

جيڪا ڪندي سگ، مون جٿن پاروچن سين،
انکن چاڙهي انگ، روئندي سا رت ڦڙا.

جيڪي جان جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهن، سي ئي نينهن جو نالو کڻهن—

سڪڻ واري سڌ، متان ڪا مون سان ڪري،
اندر جنين اڌ، ڏونگر سي ڏوريندين،

محبت جي راهه ۾ ايڏين قربانين ڏيڻ کان پوءِ به آزي نيزاري ڪرڻي آهي، ۽ سالڪ کي عاجزي ڏيکارڻي آهي. جنيسر کي وري حاصل ڪرڻ لاءِ ليلا کي هي مشورو مليو:

ليلا! حيلا ڇڏ، جي تون سوئي سگهين،
پاڻي پاند ڪڇيءَ ۾، پاڻ غريبيءَ گڏ،
هڏ نه چوندءِ لڏ، جي ڪارڻ آئين ڪانڌ کي.

لاتقنطوا من رحمة الله جي ترجماني شاهه جي هن بيت مان ٿئي ٿي، جنهن ۾ پرينءَ کي پڪارڻ واري ريت جاري رکڻي آهي ۽ مايوس ٿيڻو نه آهي، ڇو ته محبوب گهڻو ئي رحمدل آهي—

جي ليلائي نه لهين، ته پڻ ليلائيج،
آسر م لاهيج، سڄڻ ٻاجهيندڙ گهڻو.

ظاهر آهي ته جڏهن سالڪ پنهنجي مالڪ کي حاصل ڪرڻ لاءِ هنن سڀني مرحلن مان گذري ٿو، سچي زندگي کان پڇري ٿو، اڃي ۽ لوچي ٿو، پرينءَ جي پريت واري تؤنس رکندي، اڃ نٿو ڍاپي، ۽ جيڪڏهن سمنڊ ٿو منهن ڪري، ته به هڪ سرڪي نٿي ڏئيس، ته پوءِ هو هڪ اهڙي عالم ۽ ڪيفيت جو مشاهدو ٿو ڪري، جتي هيئن چوندي به نهيس ٿو ته

حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪريان ذري،
لڳي مات مرن کي، ڏونگر پون ڏري،
وڃن وڻ ٻري، اوڙ اپري ڪينڪي.

پوءِ ان منزل تي هيڏي دعوا ڪرڻ به پئي سونهي، ته

هوت تنهنجي هنج ۾، پڇين ڪه پريان،
و نحن اقرب اليه من حبل الوريد، تنهنجو توهين سان،
پنهنجو آهي پاڻ، آڏو عجيبن کي.

پريت جي پانڌيئڙن جا پوءِ پورهيا صاب پيا ۽ حقيقت جي حاصلات ٿي، محبوب ملي ويو ۽ پنهنجي ۽ پرينءَ وچ وارا پردا هٽي ويا—

اسين سڪون جن لئه، سي اسين پاڻ،
هاڻي وچ گمان، صحي سڃاتا سپرين.

# گنجينهٔ لطيف

احمد خان "آصف"

ڀلاري ڀٽ ڌڻي، شاهه عبداللطيف رح سان عقيدت ۽ آڪنڊ ڏيکاريندي، ڪيترن اديبن ۽ شاعرن پنهنجين تصنيفن جا نالا، شاهه سائينءَ جي ڪنهن بيت ۽ وائيءَ جي مصرعن مان اخذ ڪيا آهن. ائين نه رڳو سنڌ يا هند جي ليکڪن ۽ ڪوين ڪيو آهي، پر ولايت وارن ۾ به اهو جذبو جاڳيو آهي. مشهور جرمن پروفيسرياڻي، مِس انيميري شمل جو ڪتاب شايع ٿيو آهي، جنهن جو نالو به هُن "ايڪ قصر در لک" رکيو آهي، جو هن بيت مان ورتو اٿس:

ايڪ قصر، در لک، ڪوڙين ڪنڌ ڪڙڪيون،
جيڏانهن ڪيان پرک، تيڏانهن سجڻ سامهون.

"گنجينهٔ لطيف" عنوان هيٺ، سنڌيءَ ۾ ڇپيل اهڙن ڪتابن جي فهرست، بيتن ۽ واين سميت، هن مضمون ۾ ڏجي ٿي. منهنجي خيال ۾ لطيفيات جي زمري ۾ هيءَ هڪ نئين ڪوشش آهي.

## ساڻيڪ موتي لال.

سيوا ڪر سمونڊ جي، جت جر وهي ٿو جال،
سوين وهن سير ۾، ساڻيڪ موتي لال،
جي ماسو ملڻي مال، ته پوچارا پر ٿئين.

"ساڻيڪ موتي لال" نالي ڪتاب، گهڻو اڳ آنجهاني لالچند امرڏنيمل حيدرآباديءَ شايع ڪيو هو، جو هن وقت ناپيد آهي. هاڻي مٿين نالي سان هِي ڪتاب مشهور سنڌي اديب، محترم عبدالمجيد سنڌيءَ شايع ڪرايا آهن. هي ڪتاب اديب جي امتحانن تي رکيل آهن.

## پٽونر پري آڪاس.

ڪنول پاڙون پاتال ۾، پٽونر پري آڪاس،
تنهن عشق کي شاباس، جنهن محبتي ميڙيا.

"پونر پري آڪاس" ڪتاب جو مصنف، سنڌ جو مشهور انقلابي شاعر، شيخ اياز آهي. هن ۾ بيت ۽ ٻيا شعر درج آهن. ڪن اعتراض جوڳن شعرن سببان، پاڪستان سرڪار ۱۹۶۴ع ۾ هي ڪتاب ضبط ڪيو آهي.

## ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي.

ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي، تن لهي نه لالي،
ڪتڙي ڪيف خماريا، مٽي پي موالي،
تن جي وصالي، لڏوڻيا لوڏي ٿيا.

هي ڪتاب به شيخ اياز جي لکيل خطن جو مجموعو آهي، ۽ سرڪار طرفان ضبط ڪيل آهي.

### رڳون ٽيون رباب.

رڳون ٽيون رباب، وڄن ويل سڀڪنهين،
لحن ڪڇڻ نه ٿيو، جانب ريءَ جواب،
سوئي عين عذاب، سوئي راحت روح جي.

"رڳون ٽيون رباب" ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي شعرن جو مجموعو آهي، جو نهايت ئي شاندار نموني ۾، ١٩٥٨ع ۾ شايع ٿيو.

### جنب گذاريم جن سين.

متي ٿر رهي، ويا گذاري ڏينهڙا،
وٽان تن نه آئيو، ڪو پنوهارن پهي،
ويا سي وهي، جنب گذاريم جن سين.

جي.ايم. سيد سنڌ جو سياستدان، محب وطن ۽ اهل_ قلم آهي. ڪيترا ئي ڪتاب لکيا اٿس. "جنب گذاريم جن سين" ۾ انهن واقفڪارن ۽ چاهه سڃاڻ وارن شخصن جو بيان ڪيو اٿس، جن سان سندس گهڻ-پلائي پئي رهي آهي. هي ڪتاب ٻن ضخيم جلدن ۾، ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي.

### ساهڙ جا سينگار.

ساهڙ جا سينگار، مون اڻ ڏٺا اکيي هئا،
نسڪا ڪن ڦيڪون هئي، نسڪا ٻي ٻچار،
محبت سان ميهار، لايائين لطيف چوي.

هن ڪتاب ۾ جي.ايم. سيد ۽ علامه آءِ.آءِ. قاضي مرحوم جا خط ۽ انهن جو ترجمو ڏنل آهي. سڀو ڪتاب ۽ پڙهڻ وٽان آهي.

### جيئن ڏٺو هو مون.

جيئن ڏٺو هو مون، آريائي اوهان نه ڏٺو هو. (وائي)

هن ڪتاب ۾ جي.ايم. سيد پنهنجا مشاهدا پيش ڪيا آهن. پر ڪٿي ڪٿي اهڙا لفظ آندا ويا آهن، جنهن مسلمانن ۾ نفرت پيدا ڪئي.

### اکڙيون مينگهه ملار.

اکڙيون مينگهه ملار، صورت تنهنجيءَ سارو جڳ موهيو. (وائي)

بردي سنڌيءَ جي گيتن ۽ شعرن جو مجموعو آهي. مصنف کي ان لاءِ پاڪستان رائٽرس گلڊ پاران انعام به مليو هو. اڄڪلهه ناياب آهي.

### سسي نيزي پاند.

عشق نه آهي راند، جيئن ڏا کيڏن ڳيرو،
سسي نيزي پاند، آڇل ته اڏ ٿئي.

هي ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي انقلابي مضمونن جو مجموعو آهي.

### سوري جنين سيج.

انڌا اونڌا ويچ، ڪل ڪجاڙنا ڪائيين،
اسان ڏکي ڏيل ۾، تون ٿو پيارين پيچ،
سوري جنين سيج، مرڻ تن مشاهدو.

### انڌا اونڌا ويچ.

"انڌا اونڌا ويچ" ڪتاب مشهور اديب، نقاد ۽ ڪهاڻيڪار، رسول بخش پليجي جو ترقي پسند شاعرن جي طرفداريءَ ۾ لکيل آهي، ۽ "سوري جنين سيج" ڪتاب، منصور ويراڳيءَ جي نثرين ۽ حب الوطنيءَ تي مبني نظمن جو مجموعو آهي، جو "سنياسي پبليڪيشن هالا" شايع ڪرايو هو. بهترين ڪتاب آهي.

## آڏي ڍال مٿ ڍار.

سورهيه! مرين سوڀ ڪي، ته دل جا وهم وسار،
هڻ ڀالا، وڙهه ڀاڪرين، آڏي ڍال ۽ ڍار،
مٿان تيغ ترار، مار ته متارو ٿئين.

مٿئين نالي سان ۾ ڪتاب شايع ٿيا آهن—
هڪ رشيد ڀٽيءَ جو ۽ ٻيو معمور يوسفانيءَ جو.
ٻنهي ۾ ١٩٦٥ع وقت چيل رزميه نظم آهن.

## وڻجارن وايون.

تڙين تنوارين، ماءُ! ساموندي آئيا،
سرن کي جيارين، وايون وڻجارن جون.

عبدالڪريم پلي سنڌ جو نوجوان شاعر ۽
ليکڪ آهي. "وڻجارن وايون" سندس تاليف
آهي، جنهن ۾ سنڌ جي شاعرن جو ڪلام گڏ
ڪيو ويو آهي.

## لاهوتي لڏي ويا.

اڄ نه اوطاقن ۾، سندي جوڳين جوڙ،
ساري سناسين کي، ڪامي ٿيس ڪوڙ،
من جنين سان موڙ، سي لاهوتي لڏي ويا.

هي ڪتاب مسرور ڪيفي ڪراچيءَ واري
جو ڇپايل آهي، جنهن ۾ مرحوم شعراءَ ڪرام
جو ڪلام ڏنو ويو آهي.

## آديسي اسور.

پلڙيو پون پور، مون کي محبوبن جا،
آديسي اسور، وٺي وات ويا هليا.

هن ڪتاب ۾ مصنف موصوف، مرحوم
عبدالحسين موسويءَ بابت دردانگيز عبارت ۾
پنهنجا رايا ۽ سندس خط شايع ڪيا آهن.

## مري ٿين نه مات.

مري ٿين نه مات، مرڻا اڳي جي مئا،
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جيئا.

اسٽوڊنٽ پبليڪيشن جي هن ڪتاب کي
اسلم آزاد ۽ گل محمد مستوئي ترتيب ڏنو آهي.
هي جدا جدا مضمونن جو مجموعو آهي.

## سندي سڪ پرين، لوڪ ڏٺي نه لهي.

اڄ پڻ اکڙين، مڃڻ پنهنجا ساريا،
ڳلن ٽان ڳوڙهن جون، بوندون بس نه ڪن،
سندي سڪ پرين، لوڪ ڏٺي نه لهي.

اسٽوڊنٽ پبليڪيشن جي هن ڪتابڙي ۾
اسلاميات، تعليم ۽ عام معلومات بابت مختلف
ليکڪن جا مضمون ڏنا ويا آهن.

## تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهه، ڪانهي ويل وهڻ جي.

تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهه، ڪانهي ويل وهڻ جي،
متان ٿئي اونداهه، پير نه لهين پرين جو.

هن ڪتاب ۾ شاگردن جيءَ مسئلن ۽ سير سفر
بابت مضمون آهن. اسٽوڊنٽ پبليڪيشن جو
ڇپايل آهي.

## سوريءَ سڏ ٿيو.

سوريءَ سڏ ٿيو، ڪا هلندي، جيڏيون!
وڃڻ تت پيو، جت سر ڏني نه جڙي.

شاگردن جو شايع ڪيل آهي ۽ سنڌن
لکيتن جو مجموعو آهي.

## متا آئي جاڳ.

متا آئي جاڳ، ننڊ نه ڪجي ايتري،
سلطاني سهاڳ، ننڊن ڪندي نه ملي.

هن ڪتاب جو مصنف معمور يوسفاڻي آهي. قوم کي آزاديءَ ۽ سُتن کي سجاڳ ڪرڻ بابت شعر ڏنا ويا آهن.

### پکن منجهه پساهه.

پکن منجهه پساهه، قالب آهي ڪوٽ ۾،
عمر! منهنجي آهه، ڪڏهن ڪيرائيندي
ڪوٽ کي.

معمور يوسفاڻيءَ جي ڪافين تي مشتمل هن ڪتاب کي 'مهراڻو اڪيڊمي' وارن شايع ڪيو آهي.

### پتنگن پهه ڪيو.

پتنگن پهه ڪيو، مڙيا مٿي مچ،
ڪچين سندا ڪچ، ويچارن وچائيا.

جرأتمندانه ۽ انقلابي مضمونن جو هي مجموعو شاگردن جو شايع ڪيل آهي.

### ڪاڙيندين ڪوڙها.

وحده لا شريڪ له، پُڌم نه پوڙا!
ڪي تو ڪنين نه سُئا، ڪهت اندر گهوڙا؟
ڪاڙيندين ڪوڙها، جڏ شاهد ٿيندءِ ساهان.

شاهه صاحب جي مٿين بيت جي شرح، عالماڻي نموني ۾، مولوي رحيم بخش "قمر" نوابشاهيءَ ڪئي آهي. پڙهڻ ۽ پُرجهڻ جهڙو ڪتابڙو آهي.

### رُس مَ رسڻ گهوريو.

رُس مَ رسڻ گهوريو، پرچ، م ونءِ پري،
ماريس ڦٽ فراق جي، جهٽ جي ذري،
لالن جي، لطيف چئي، سونهائي سري،
آپس تو ڪري، ته سودا! سُڪيائي ڏيان.

هي ڪتاب محترم نورشاهين جي رومانوي، قومي، وغيره شعرن جو دلپذير مجموعو آهي. محترم عبدالمجيد سنڌيءَ ترتيب ڏيئي شايع ڪرايو آهي. سائيڻ جهڙي سوکڙي آهي.

### سڄڻ سفر هليا.

سيئي جوين ڏينهن، جڏهن سڄڻ سفر هليا،
ٻون کي چاڙهي چيٽن، ويو وڻجارو اوهري.

شيخ عبدالرزاق "راز" مشهور شاعرن ۽ اديبن مان آهي. "سڄڻ سفر هليا" سندس جدا جدا صنفن بابت چيل شعرن جو مجموعو آهي. نهايت وڻندڙ ۽ دلچسپ ڪتاب آهي.

### واڪا ڪنديس وو.

ڏونگرا! ڏوراپو، ٻهريان ڏينديس پرينءَ کي،
پاهڻ پير پٿون ڪيا، تريون چنم تو،
واڪا ڪنديس وو، جبل ڏو جاڙون ڪري.

مشهور شاعر استاد بخاريءَ جي شاعريءَ جا بهترين نمونا هن ڪتاب ۾ شايع ڪيا پيا وڃن.

### ڏونگر سي ڏوريندين.

لڳي جن لوري، ڏونگر سي ڏوريندين،
جهڄڻ ۽ جهوري، ڏيندا سون ڏيرويا.

هي ڪتاب حافظ محمد احسن چنا جي مقفي عبارت جي مضمونن تي مشتمل آهي، جنهن کي نور محمد جيسر ترتيب ڏنو آهي، ۽ اخلاق بڪ ڊيپو طرفان شايع ڪيو پيو وڃي.

[باقي صفحي ۵۰ تي]

پوئين قسط

# سومرن جي دور ۾ سنڌي ادب

غلام علي الانا

## ٥. مشهور شاعر ۽ سندن ڪلام.

مٿي ڪيل ادبي تجزئي کان پوءِ، ڏسڻ گهرجي ته سومرن جي دور ۾ ڪهڙا ڪهڙا نامور شاعر ٿي گذريا آهن، ۽ سندن ڪلام جو نمونو ڪهڙو آهي. آهي شاعر، جن جو ڪلام هٿ اچي سگهيو آهي، سي هي آهن: ١. پير نورالدين، ٢. پير شمس سبزواري ملتاني، ٣. پير شهاب‌الدين، ٤. شاهه حسين اپلاٽي، ٥. مائي مرڪان شيخياڻي، ٦. پير صدرالدين، ٧. سمنگ چارڻ، ۽ ٨. ڀاڳو ڀان.

### ١. پير نورالدين (وفات ٤٨٧هه).

هي بزرگ اسماعيلي فڪر جي تبليغ لاءِ سنڌ ۾ ١٠٧٩ع (٤٦٢ هجري) ۾ وارد ٿيو. سنڌ ۾ اچڻ جو سبب فاطمي خليفي ۽ اسماعيلي عقيدي جي ارڙهين امام، سيدنا مستنصر بالله جو ڪين فرمان هو. سندن وفات ٤٨٧ هجريءَ ۾، گجرات (هند) ۾ نوساري ۾ ٿي، جتي سندن روضو آهي (١). سندن تبليغ جي طريقي جي باري ۾ 'ڪ ۾ روشني وڌي ويئي آهي. سندن ڪلام جي ٻولي سنڌي (ڪڇي ۽ لاڙي)، گجراتي ۽ ملتاني آميز آهي.

سنڌي ادب جي تاريخ ۾ سڀ کان جهونو سنڌي ڪلام هن بزرگ جو ڇپي سگهجي ٿو. هيمچندر طرفان ڏنل ويرڳاٿا (وير-ڳاهه) حالانڪ پير صاحب جي ڪلام کان آڳاٽي ٿي ڀانئجي، پر ان جي لکت وارو دور لڳ ڀڳ ساڳيو (١٠٨١ع-١١٧٢ع) آهي. مذڪور ڳاهه ۽ پير صاحب جي ڪلام جي ٻوليءَ جي ڀيٽ ڪرڻ کان پوءِ ڇپي سگهجي ٿو ته ان وقت ٻولين جي 'صرف' ۽ 'لغت' ۾ ڪافي هڪجهڙائي هئي.

#### ڪلام جو نمونو.

بهت پريت مٽن ڀاو سين، تُمهين (٢) جپو الا (الله) رسول،
ڪلمه ڪهو دل پاڪ سون، توڪل وِ گهٽن هوئيسي دور.

بن ڪلمي بندگي ڪري، تو بندگي سڃي سار،
جيون نت آٿ راهه چلڻا، خر آجڙ واس.

ڀيا سون پريتج ڀانڌ يٺي، ماٺڪ مانهه ويهه،
ست پنٿ ساڌيٺي، ٻنٿي پورا ٿي (٣).

(١) علي محمد چنارا: "نور مبين"، ص ٣٤٣.
(٢) توهين، (٣) تڏهن.

پنهنجي تي ست پنهنجي چالي، ڪيي (هرگز) نه
بانگي آن،
گنان ڪنهنگ قدرتي، جينا رڌا (هردو) مان
لاگا پاڻ.

سرڪ دُواري تي گيا، جيئي تجيتا سروي سواد،
ست گنان وِيچاري چاليئا، تي آوَر نه
وَديئا واد.

روپئل ڪتاري تن مان ساريئي، وِنڊيئي
انڪوانڪ،
پيڙا (جو) هروي پريم ڪيي، (تو) جائي
ملي هري رنگ.

رنگ مجيٺ ساچ هتي، ڏيسي لال گلال،
ڪسوُنبي رنگ مان ڪڻ هتي، تي ڏيسي
رنگ آل.

چوڙ رنگي ستگر ملي، ڏيسي بوٽيي بات،
گهٽ اندارا ٽلي گيا، جيم چندر آگيئو رات.

ايڪ ڏيسي رهو، تو جائي ملو، ذڪري
رهو هوشيار،
سجدو ڪيجي صاحب ني، ذڪري ملپا نور.

سُول پايا تو ساڪ پَيا، ڏيسي تي تيج اپار،
ست گري جس گهٽ روپ ڏيا، ڏيسي
تَويسَرو هار.

ڪر گري جهاليئا تو ڪيا هتا، جو ڪڇ
ڪرٿي نه هوء،
جيئي گر نر سؤن من نه آٿيئا، دوزخ
پڙيئا سوء.

ستگر ٺوري شاستر سنيلاويئا، وانچيي
ليجو سوء،
دمودم سريوو سامي آپٺو، تو صاحب
خوشيئالج هوء.

پرمي نه پوليئي، سمجهو ستگرنيي واڻ،
ڪايا ڪيڙو جهوپڙو، ڪايا مڙوري مساڻ.

ڪايا گندري گوپري، ڪايا ميلي سڏاء،
ڪايا وٺسي نه سڙي، ڪايا پوُنڙي گنداءِ.

ڪايا ٺوليي، ٻتهري، پانگلي، ڪودي ڪشتي
ني انڌ،
ٺور ستگر پوليئا، ڏيئي نو ايوو سپند.

پڙي رهي تو ڪيڙا پڙي، پالي راکج ٺاء،
نرڪ ڪري ني جو ناڪيئي، سوؤ جناورڪاء.

ڪلام جو مضمون ۽ ٻولي. مٿين مثالن مان
ظاهر آهي ته پير صاحب جو ڪلام ناصحاڻي
۽ صوفياڻي مضمون سان ڀريل آهي. الله ۽ رسول
جو نالو جپڻ، دل صاف رکڻ، ڪوڙ ۽ ڪپٽ
کان پاسو ڪرڻ، دنيا کي فاني سمجهڻ جهڙا
مضمون هن بزرگ جي ڪلام ۾ بيان ٿيل آهن.
سندن ٻوليءَ ۾ ڪڇڪي عنصر گهٽو ملي ٿو—
بلڪ ائين ڪٿي چئجي ته سندن مٿيون ڪلام
ڪڇڪي لهجي ۾ چيل آهي. هن ڪلام کي
پرکڻ لاءِ اڄ کان . . . ۽ سال اڳ جي ٻوليءَ
تي ويچار ڪرڻو پوندو.

۰۲ پيرشمس سبزواري ملتاني(۱۱۶۵-۱۲۷۶ع:
۵۶۰-۶۷۵ھ). اسماعيلي داعين جي سلسلي ۾،

پير ستگر نور ڳان پوءِ هند ۽ سنڌ ۾ پير شمس سبزواري ملتانيءَ جو نالو قابل ذڪر آهي. هي بزرگ ١٧-رجب ٥٦٠هه: ١١٦٥ع ۾ غزني صوبي جي سبزوار شهر ۾ ڄائو هو. ٣٦ سالن جي عمر ۾ ٥٩٨هه: ١٢٠١ع ۾ سنڌ، ملتان ۽ گجرات ۾ دعوت لاءِ آيو. پير ستگر نور ۽ هن بزرگ جي وچ ۾ ١٢٢ سالن جو خال آهي. وچ واري عرصي ۾ پير ناصرو خسرو ايراني بدخشان ۽ چترال طرف تبليغ لاءِ آيو هو، پر اها خبر پئجي نٿي سگهي ته سنڌ ۽ گجرات طرف ڪهڙا ڪهڙا بزرگ دعوت لاءِ آيا هئا.

هن بزرگ ١١٥ سالن جي عمر ۾ ٦٧٥هه: ١٢٧٦ع ۾ ملتان ۾ وفات ڪئي (١).

پير صاحب جي همعصرن ۾ شيخ بهاؤالدين ذڪريا ملتاني، سنڌ ۾ شيخ پير پٺو (وفات ٦٤٩هه: ١٢٥١ع) ۽ جميعل شاهه گرناري هئا. سڀ جو هيٺ لاهڻ ۽ پيون ڪيتريون ئي ڪرامتون ڏانهنس منسوب ٿيل آهن (٢).

پاڻ پير نورالدين واري دعوت جي طريقي ڪي قائم رکيائون، ۽ انهن جي ڏيکاريل واٽ تي ئي هليا؛ ۽ ٻنهنجي طريقي کي 'شمس مت' سڏيائون. سندن پوئلڳن کي اڄ به 'شمسي' سڏيو ويندو آهي. تبليغ جي سلسلي ۾ ڪين ڪيترائي سفر ڪاٽا پيا، ۽ مختلف زبانون سکڻيون پيئيون. سندن ڪلام هندي، گجراتي، سنڌي (لاڙي ۽ ڪڇي) ۽ ملتاني ٻولين ۾ آهي.

ڪلام جي هيئت ۽ مضمون. پير صاحب جي ڪلام جي سٽا دوهن جهڙي آهي. پاڻ انهيءَ صنف کي 'ڳنان' سڏيو ائن. سندن ڪلام ۾ مذهبي ۽ تبليغي مضمون گهڻو آهي. خدا جي وحدانيت ۾ يقين رکڻ، حضور جن کي خدا جو آخري نبي ڪري مڃڻ، محمد صلعم تي ڪلمو پڙهڻ، ڳارءِ-پوڄا کي ترڪ ڪرڻ جي تلقين سان گڏ، مومن جون وصفون ۽ بيان ڪيون ائن، ۽ رب سان ملڻ لاءِ سبق سمجهايا ائن.

هم دل خالق، الله سوئي وسي،
جيني قائم قدرت چلائي.

حق تون، پاڪ تون، بادشاهه،
مهربان پي، يا علي، تون ئي تون.

1 Ivonow: *Journal of Asiatic Society*, Bombay Branch, Vol. XIII, 936, p. 32.

(٢) ڪن صاحبن پير سبزواري ملتانيءَ کي شمس تبريز ڪري لکيو آهي. حقيقت ۾ اهي ٻئي بزرگ الڳ الڳ هستيون آهن. شمس تبريز گهڻو اڳاڙو آهي. پاڻ وقت جي امام، سيدنا رڪن الدين شاهه جو پاءُ هو. سندس شجرو هي آهي: شمس تبريز بن امام علاءُالدين محمد بن سيد امام جلال الدين حسن بن امام علي محمد بن امام حسن بن قاهر بن امام مهتدي بن امام هادي بن امام نظار بن امام معتصم بالله.

دل مانهہ ديول پوڄيئي، دل مانهہ ديو (۱)
دوار (۲)،
دل مانهہ سائينيان آهي (۳) وسي، دل مانهہ
آهي (۴) ديدار،

ست پنٿي تي (۵)، جي (٦) ست سؤن (۷)
رهي، برو نہ راکي من،
ست پنٿي تي جي ساچا کهيئي، باقي
سروي (۸) رد.

ست پنٿي تي سُورا (۹) ڏيان (۱۰) سون،
سوراني هتي سُور،
تي اوپر ڪوئي ڪنو ڪادي، توءِ (۱۱)
سورا نہ چوڙي سور،

هيرا موتي لال هي، تي سي چوڪ
وبچاء (۱۲)،
جيٺي ڪاچ ليا هاٿ مان، تيلي (۱۳) موتي
نہ سوهاءِ.

ساچي واٽ ست ڪي کهاوي،
ساچ ونا ڪو پار نہ پاوي،

ڪس ڪسوٽي، رکيستر سهيوي،
ڪسٺيءَ (۱۴) ونا پار نہ لهيوي.

ساچي واٽ سؤدا کهاوي،
پير شاهہ (۱۵) ونا پار نہ پاوي.

ساچا سؤدا جڳ مانهہ رهيئي،
وڪڙا (۱٦) مارگ (۱۷) ايم (۱۸)
لهيئي.

پريت ڪرو، پيو سون ڏيان،
گر نتر سون راکو ايمان.

تي ني ساچا رکيسر کهيئي،
موهہ مايا سون دور رهيئي.

**ڪلام جي ٻولي:** پير شمس جو ڪلام، جيئن مٿي چيو ويو آهي، ملتاني، گجراتي، سنڌي (ڪڇي ۽ لاڙي) ٻولين ۾ آهي. مٿي ڏنل مثالن ۾ ڪلام نمبر ۱ ۽ ۲ لاڙي لهجي ۾ چيل آهي، ۽ ڪلام نمبر ۳ ۽ ۴ ڪڇي لهجي ۾ چيل آهي. ڪڇي ٻوليءَ تي گجراتيءَ جو اثر اياڻ ڪان تمام گهٽو رهيو آهي، اهو ئي سبب آهي جو پير صاحب جي ڪلام ۾ گجراتيءَ جا لفظ گهٽي قدر نظر اچن ٿا.

پير شمس جي ڪلام ۾ 'تي' ۽ 'جي' لفظ ظرف طور ڪم آيل آهن، ۽ پڙهندڙ جو ڌيان ڇڪائين ٿا. بلڪل ساڳيا ئي لفظ، ساڳيءَ ترڪيب سان، پوئين دور جي شاعرن، ويندي شاهہ لطيف جي ڪلام ۾ بہ نظر اچن ٿا، جيتوڻيڪ لطيف سائين پير شمس ڪان ۴۵۰ سال پوءِ ٿيو آهي. انهن لفظن کي شاهہ لطيف هيٺين مصرعن ۾ ڪم آندو آهي:

اڇيو آتڻ واريون، طعنا ڏينم تي.

تيلا ڏٺيءَ ڏٺا، جيلا ويا وحدت ڳڏجي.

تڙ نهاريان تي، منهنجا بندر ويڙا جي.

(۱) ڏٺي، (۲) ديرو، (۳) ٻاٺ، (۴) ڏٺي، (۵) تڏهن، (٦) جڏهن، (۷) سان، (۸) سڀ، (۹) غرق، (۱۰) اندر جو ڏيان، (۱۱) تڏهن بہ، (۱۲) وڪڻن، (۱۳) تنهن کي، (۱۴) سيٺاهہ، (۱۵) امام الزمان، (۱٦) ڏنل، (۱۷) ماڳ، (۱۸) ايئن، اهڙيءَ طرح.

پير شهاب‌الدين.

پير صدرالدين جو والد، پير نصيرالدين جو پٽ ۽ پير شمس جو پوٽو هو. پاڻ تبليغ جي ڪم تي مقرر ٿيل هئا، يعني داعي هئا. سندن دعوت جو مرڪز آچ هو. پاڻ ڪلام ذريعي مريدن کي سمجهائي ڏني اٿن.

ڪلام جو نمونو.

ڪر ڳن بندا، ڪر ڳن بندا، سچي ڳُرنر شاهه
سون (۱) ياري،

ڪال تو مرڻا، مرڻ مٿي تي، جيم (۲)
وڃائيمي پنڌهاري.

هيڪ تو ستڙا ستڙا جاڳي، هيڪي نندرا (۳)
پياري،

غافل ستڙا مومن جاڳو، جاڳي ڪريو شاهه
سون ياري.

هيڪ تو هروڙا هروڙا چالي، هيڪي سِر
پِڌ باري،

ڳنان ڳفته پير شهاب‌الدين، مومن سيي شاهه
جا ديداري.

مضمون ۽ ٻولي. جيئن ڪلام مان ظاهر آهي، پير صاحب جو ڪلام صوفيانو ۽ تبليغي آهي. ان ۾ موت مٿي تي هجڻ، جاڳي عبادت ڪرڻ، ننڊ نياڳيءَ کي ڇڏڻ، شاهه سان محبت رکڻ وغيره جا موضوع آهن. پير صاحب جي ٻولي ڪچي آهي.

۳. شاهه حسين آپلاڻي (عرف پير پٺو ديبلي).

پير پٺو درويش، غوث بهاؤالدين ذڪريا ملتانيءَ جو همعصر ۽ سندس مريد هو. پاڻ ٦٤٦هه: ۱۲٤۸ع ۾ وفات ڪيائين (٤). هن درويش ڏانهن ڪي بيت منسوب آهن (٥). انهن مان هڪ بيت ۾ ديبل تي وير چڙهڻ ۽ ماڻهن جو مڪليءَ مٿان پکڙجڻ وارو قصو بيان ٿيل آهي. مثال طور:

ديبل پاس ڏڪيلجي، آيو آب اپار،
مڪليءَ ماڳ مٿاهينءَ، ٿياسون ڏاروڏار.

هن دوهي ۾ سومرن جي دور ۾ ديبل مٿان وير چڙهڻ ۽ ديبل جي جاءِ بابت خبر پوي ٿي.

۴. پير صدرالدين الحسيني (۱۲۹۰ع–۱٤۰۹ع: ٦۸۹هه–۸۰۸هه) (٦).

پير صدرالدين جي ولادت ٦۸۹هه: ۱۲۹۰ع ۾ ٿي. گجرات، ملتان ۽ سنڌ سان پير شمس کان وٺي سندس خاندان جا تعلق هئا، انهيءَ ڪري اهي خطا پير صاحب لاءِ ڄاتل سڃاتل هئا. پير شمس سلسلي ۾ سندن پڙڏاڏو هو. سندن والد بزرگوار جو نالو سيد شهاب‌الدين هو، جو پڻ پنهنجي دور ۾ اسماعيلي عقيدي جو داعي هو، ۽ هڪ چڱو شاعر هو. سندس ڪچي ڪلام

(۱) سون = سان، (۲) جيم، جم = مٿان، (۳) نندرا = ننڊ.

(٤) عبدالقادر ٺٽوي: "حديقة الاوليا"، قلمي نسخو، ملڪيت سنڌ يونيورسٽي، ص ص ۵۲ ۽ ۵۵.

(٥) محمد خان "غني": مقالو، "قديم سنڌي شاعريءَ جا ڪي نادر نمونا"، سماهي "مهراڻ"، جلد ۱۱، نمبر ٤، ۱۹٦۲ع، ص ۹۵.

(٦) علي محمد چنارا، پير صدرالدين الحسيني نالو لکيو آهي. ڏسو: "نورٌ مبين" ص ٤۹۸.

جو هڪ مثال مٿي ڏنو ويو آهي. پير صدرالدين جو شجرو هن ريت آهي (١): سيد صدرالدين بن سيد شهاب‌الدين بن سيد نصيرالدين بن سيد شمس بن سيد صلاح‌الدين بن سيد اسلام‌الدين بن سيد مومن شاهه بن سيد خالدين بن سيد مشتاق بن سيد احمد بن سيد هاشم بن سيد محمد بن سيد هادي بن سيد غالب بن سيد عبدالجمال بن سيد منصور بن سيد مسافر بن سيد امام‌الدين بن سيد محمد بن سيد اسماعيل بن سيد امام جعفر الصادق بن امام محمد باقر بن زين‌العابدين بن امام حسين عليه السلام بن مولانا علي‌المرتضيٰ.

پير صدرالدين سنڌ ۾ سومرن ۽ سمن جا دور، يعني ٻئي دور ڏٺا. دودي ۽ علاؤالدين واريءَ جنگ وقت سندن عمر ٢٨ سال هئي، انهيءَ لحاظ کان پاڻ سندن وڏو همعصر هو. پاڻ ١١٩ سالن جي عمر ۾ ٨٠٨هه: ١٤٠٩ع ۾، سمن جي دور ۾ وفات ڪيائون. سندن روضو اُچ کان اُٺ ڪن ميل پري آهي

تبليغ جو نمونو. پير صدرالدين، پنهنجي وقت جي اسماعيلي عقيدي جي ٽيهين امام، سيدنا اسلام شاهه جي حڪم موجب، دعوت جو سلسلو شروع ڪيو. امام‌الوقت جي حڪم سان، سنڌ جي لاڙ واري حصي ۾، ڪوٽڙي الهرکيو شاهه ۾، پنهنجي مقصد جو مرڪز قائم ڪيائين. جيئن ته ننڍي هوندي کان پاڻ ملتان، سنڌ ۽ گجرات ۾ رهيو هو، انهيءَ ڪري پنهنجي مقصد واسطي هندو ڌرم جو اڀياس ڪيائين، ۽ انهن جي ويدن، شاسترن، گرنٿن ۽ واٽين جوگهرو مطالعو ڪري، ويدانت ۾ مهارت حاصل ڪيائين. ويدانت ۽ تصوف جي مطالعي جي مدد سان، پير ستگر نور جي 'ست پنٿ' ۽ پير شمس جي 'شمس مت' کي نئون روپ ڏيئي کيس سنڌ، گجرات، ڪڇ ۽ ملتان ۾ تبليغ ڪرڻ لاءِ مدد ملي. برهمڻن سان بحث ۽ مناظرا ڪيائين، ۽ اسلام جي اصولن

(١) هي شجرو سيد سلطان علي اڪبر جي روضي جي ٻاهران گنبذ جي چوڌاري مٿي ساين سرن تي لکيل آهي. هرهڪ سر تي هڪ بزرگ جو نالو لکيل آهي. سرون سلسليوار لڳل آهن. مذڪور مزار سورج مياڻي ملتان ۾ آهي، جتان هي شجرو جون ١٩٥٦ع ۾ نقل ڪيو ويو. سلطان علي اڪبر جو شجرو پير شمس سان هيئن ٿو ملي: سلطان علي اڪبر بن سيد موسيٰ بن سيد اسلام‌الدين بن سيد ڪبيرالدين بن سيد صدرالدين.... انهيءَ ڪري چئبو ته چنارا صاحب جي ڏنل شجري کان هي شجرو وڌيڪ معتبر آهي. چنارا صاحب وارو شجرو هي آهي: پير صدرالدين بن صلاح‌الدين بن صالح‌الدين بن اسلام‌الدين بن عبدالمومن خالق دين بن محب‌الدين بن محمد شاهه بن محمد بن هاشم بن احمد هادي بن مستنصر بن عبدالمجيد بن غالب بن دين بن محمد منصور بن اسماعيل ثاني بن محمد عريضي بن حضرت اسماعيل. ڏسو: علي محمد چنارا: جو "نورِ مبين"، ص ٦٩٤ع. چنارا صاحب جي ڏنل شجري ۾ پير صدرالدين جي والد، ڏاڏي ۽ پڙڏاڏي جو نالو به غلط ڏنل آهي.

کي منطق جي مدد سان ويدانت جي اصطلاحن
جو رنگ ڏيئي، انهن جي اڳيان پيش ڪيائين.
هندن کي چيائين ته "گنگا جي مچي زندگي پر
گنگا ۾ رهڻ کان پوءِ به ڪکي آهي، ۽ ان کي
ڪائڻ لاءِ تيار نه آهيو، ته ھڪ اڌ سنان سان
اوهين نجات جي دعوا ڪيئن ٿا ڪري سگهو؟"
اهڙن ۽ ٻين منطقي دليلن جي ڪري بيشمار پاٽيا،
لوهاڻا، برهمڻ ۽ ٻيا پير صاحب کي پنهنجو گرو
(مرشد) قبول ڪرڻ لڳا، ۽ سندن هٿ هيٺ
بيعت ڪري مسلمان ٿيا. پير صاحب انهن
نو مسلمن کي "خواجه" جو لقب ڏنو.

پير صدرالدين وڏو عالم، فاضل، شاعر ۽
زباندان هو. پنهنجي هٿ هيٺ بيعت ڪندڙ
نو مسلم خواجن کي دين جا اصول ۽ نصيحت
آموز ٽڪتا هندي، گجراتي، ملتاني ۽ سنڌي
(لاڙي ۽ ڪڇي) ٻولين ۾ ڪلام ذريعي
سمجهايائين. سندس ڪلام کي 'گنان' چئبو آهي.

ڪلام جون خوبيون. پير صدرالدين جو
ڪلام تصوف ۽ ويدانت جي مضمون سان پر يل
آهي. پنهنجي ڪلام ۾ هن دنيا کي فاني سڏيو
اٿن، ۽ مريدن کي تلقين ڪئي اٿن ته هيءَ
دنيا ڪنهن کي به نيبهه ٿيڻي نه آهي، تنهنڪري
لازمي آهي ته دل مان ڪوڙ ڪپٽ ۽ دولاب
کي دور ڪجي ۽ نفس جي غلاميءَ کان پاڻ
بچائجي. باطل کان آزاد ٿي، پاڻ کي حق جي
حوالي ڪرڻ تي پير صدرالدين صاحب گهڻي
قدر زور ڏنو آهي. انساني زندگيءَ بابت پاڻ
فرمايو اٿن ته بندي کي زندگي انهيءَ لاءِ بخشي
ويئي آهي ته هو بندگي ڪندو رهي، ۽ ذڪر
فڪر ۾ پاڻ کي فنا ڪري ڇڏي. غفلت ڇڏڻ
۽ ننڊ نياڳيءَ کي ترڪ ڪرڻ لاءِ بار بار
تلقين ڪئي اٿن.

پير صدرالدين "همه اوست" واري نظرئي
جو قائل هو، ۽ فرمايو اٿن: جيئن اکين ۾ نور،
گل ۾ خوشبو، کير ۾ مکڻ ۽ سج ۾ روشني
پوشيده آهي، تيئن الله پاڪ جو وجود انسان
توڙي ٻين شين ۾ به موجود آهي.

ڪلام جو انتخاب.

چيٽهارا تمهين چيتجو، ڪريو خوب ڪمائي،
آنتڪال (١) ايڪلا چالڻا، ساٿ ڪوئي
باپ نه مائي.

پير صدرالدين بوليا، ڪوئي من اپنا سمجهائي،
ڪپڙا ڌوئي توڪيا هئا، دل ڌوئي سو پائي.

پيوُ پيوُ تو سڀ جڳ ڪري، پيو نه پاوي
ڪوءِ،
مُک جپتان جو پيو ملي، تو سر ساٽا نه هوءِ.

سر ساٽا جو ڪيجيئي، ريٽي جاڳيئي آپ،
جيو لڳائيئي ذڪر سون (٢)، تو ساچا
سريجن پاس.

(١) مرڻ وقت.
(٢) سون= سان (ڏسو پير شمس جو ڪلام). هن ۾ جيڪو ڪلام مثال طور ڏنو ويو آهي،
سو ٻمبيءَ ۾ ڇپايل گنانن جي ڪتابن مان چونڊيو ويو آهي. سنڌي ڪلام جا ٻيا به مثال مون
هٿ ڪيا آهن، جيڪي هڪ ڌار ڪتاب ۾ ڏنا ويندا.

ٻيو پيو ٿو جيو جنت ڪري، ٻيو نہ ٻاوي ڪوءِ،
ڇيپ جڇپتان جو ٻيوُ ملي، تو ٻگهلا هنسج هوءِ.
ٻگهہ هنس ٻي ٻنونترا، ڏسي ايڪ و رڻ،
ٻگهہ چري متن مانيو، هنس موتي چرن.
ٽنکرا سنکرا ٻي ٻونترا، صورت ايڪ سمان،
ٽنکرا چهاوي دام ڪُون، سنکرا صاحب ڪا نام.

شاهہ جو مجيئڙو تني کي، جيڪي صبوحڙي جاڳن،
آئي الا (الله) نہ گهرين ٻندا، تون سُتين سڄي رات،
نڪا جهوري جيو جي، نڪو سمر سات—
شاهہ جو مجيئڙو....

صبوحڙي نہ جاڳن، تيني حورون نہ ڏين هٿ،
سي هاءِ هاءِ ڪندا، هٿ هڻندا، جڻن هاريءَ وڃائي وٿ—
شاهہ جو مجيئڙو....

ٻانا (ٻانها) تونجو تڪيو، ڪنڌن ۾ ڪوڙ،
ٻسي رتا گلڙا، مَ وڃائج مور—
شاهہ جو مجيئڙو....

ٻانا تونجو تڪيو، ڪنڌن ۾ ڪيو،
جڏين سچاٿو سُور ڪنئين، تڏين سمريو—
شاهہ جو مجيئڙو....

ڪپا تيئين ڪتيو، جڏين ستو لوڪ،
تني ٻانجو ڪتي وڌو، ڳچيءَ ڳاڙو (ڳاڙهو) ٽوڪ—
شاهہ جو مجيئڙو....

جيڙو ني تيڙو اکهو، هُوند ڪتيائين،
پوءِ سياٽي سرتين وچ، ملي مرڪيائين—
شاهہ جو مجيئڙو....

ڪونا منڍپ ماڙيون، گهر گهوڙا ٻنڌار،
ڪين نہ نيا ٻاڻ سين، جيو چلنتي وار—
شاهہ جو مجيئڙو....

ٻٽي پير صدرالدين، آئين سٺو مومن و ير،
الک چٽو تني کي، جني سڃاتو شاهہ پير—
شاهہ جو مجيئڙو....

ڪيڙيون اڏائيئين گڏ ماڙيون، تين تي ڪيڙا رکائيئين چِٽ،
نيهي نينڊءِ ڊوڙ ۾، توتي لٽون ڏيندا مٽ—
شاهہ جو مجيئڙو....

وراٽي:
مڻ وڻجارا، هو يار، هي من هروئڙو ٿو جهولي.

**ڪلام جي ساخت ۽ سٽا.** پير صدرالدين جي ڪلام جي هيئت سنڌي ادب جي ماهرن کي گهٽو متوجهہ ڪيو آهي. ڪن صاحبن پير صاحب جي ڪلام کي ڳاهون سڏيو آهي (١)، ليڪن جيئن مٿي ڏنل ڳاهہ جي وصف مان ظاهر آهي، پير صاحب جي ڪلام ۾ ڪنهن بہ قصي يا

(١) محرم خان: مقالو، "قديم سنڌي شعر ۽ شاعري"، سماهي "مهراڻ"، ٣—٤: ١٩٦٦ع، ص ص ١٣٩ ۽ ١٤١.

داستان طرف اشارو نہ آهي، هن تہ سنئون سڌو سالڪ کي تلقين ڪئي آهي، جنهن ۾ نہ ڪنهن قصي جي ڳالهہ جي ضرورت آهي ۽ نہ ڪنهن واقعي جو ذڪر.

پير صاحب جي ڪلام جي هيئت جي باري ۾ هن کان اڳ ۾ رايو ڏنو ويو آهي. سندس ڪلام ۾ هر بند جي پويان هڪ مصرع تي مشتمل ٿلهہ ورائيءَ طور چٽيو آهي. هر بند (دوهي) جي پويان ورائيءَ جي دهرائڻ مان معلوم ٿو ٿئي تہ پير صدرالدين جو ڪلام دوهي کان ڌار، ڪافيءَ جهڙي صنف هئي، جنهن کي راڳڌاريءَ جي سرن موجب ڳايو ويندو هو. هن بزرگ جو ڪلام راڳ جي ڌار تي اڄ بہ ڳايو ويندو آهي.

**ڪلام جي ٻولي.** هن بزرگ جي ڪڇي ڪلام ۾ بي انداز گجراتي ٻوليءَ جا لفظ شامل آهن. سندس لاڙي لهجي ۾ چيل ڳيتان لاڙي لهجي جي صحيح نمائندگي ڪن ٿا. سندس ڪلام ۾ بيشمار ديسي تشبيهون، استعارا ۽ ڪنايا ملن ٿا. ڪن ڪن لفظن جون صورتون هاڻ ڪم نٿيون اچن — جهڙوڪ: چيتڻهارا، ٿئهي، انتڪال، رڻ، سريجن، پنوتترا. پير صاحب جا ڪم آندل ڪي اصطلاح لطيف جي دور ۾ ڪم ايندا هئا. مثلاً: سر ساٺو ڏيڻ، سر ساٺو ڪرڻ، وٽ ويڄائڻ، ڳچيءَ ڳاڙهو ٿوڪ وجهڻ، وغيره.

### پير صدرالدين واري خواجڪي سنڌي صورتخطي.

سنڌي زبان جي مختلف صورتخطين جي جاچ ڪندي، اهو معلوم ٿي نہ سگهيو آهي تہ اسلام جي ابتدائي زماني ۾ سنڌ جا مسلمان عام طور ڪهڙو رسم الخط ڪم آڻيندا هئا. البت، اڳتي هلي، هن ڏس ۾ "خواجڪو سنڌي خط" ۽ "ميمڻڪو سنڌي خط" ملن ٿا، جن جو حوالو ڪئپٽن جارج اسٽئڪ بہ ڏنو آهي (۱).

مٿي لکي آيا آهيون تہ عربن جي دور ۾ سنڌ ۾ ڪافي رسم الخط رائج هئا. ماهرين جي شاهدين کان سواءِ، ڀنڀور مان لڌل ٺڪرين مان ٻن رسم الخطن جو ثبوت مليو ٿو. هڪ ٺڪريءَ تي اهڙو رسم الخط آهي، جيڪو اڄ بہ خواجہ جماعت ۾ رائج آهي. انهيءَ مان اها دعوا ڪري سگهجي ٿي تہ جيڪا غيرمسلم قوم اسلام ۾ اچڻ کان پوءِ پهرين 'ست-پنٿي' ۽ پوءِ 'خواجہ' جي لقب سان مشهور ٿي، تنهن قوم ۾ (ممڪن آهي لوهاڻا) اهو رسم الخط اڳي ئي رائج هو. اسماعيلي دعوت ۾ اچڻ کان پوءِ بہ انهن کي انهيءَ رسم الخط ۾ پنهنجي ڪاروبار رکڻ کان روڪيو نہ ويو، پر انهيءَ رسم الخط ۾ ئي سڌارا آندا ويا.

جيئن ٺڪريءَ تي ڏنل لفظ جي صورت مان ظاهر آهي، اوائل ۾ هن خط ۾ ماترائن جو رواج ڪونہ هو. عام طور بيان ڪيو ويندو آهي تہ هي رسم الخط پير صدرالدين ٺاهيو هو (۲)، پر مٿينءَ دعوا کان پوءِ چئي سگهجي ٿو تہ هي

(1) Stack, G.A: "*Grammer of Sindhi Language*, American Mission Press, 1853,pp. 328.

(۲) غلام علي الانا: "سنڌي صورتخطي"، ڇاپو پهريون، ۱۹۶۴ع، ص ۴.

رسم الخط اسلام کان اڳ به هن قوم وٽ رائج هو. پير صدرالدين جو ڪمال اهو آهي جو هن انهيءَ رسم الخط جو مطالعو ڪري، ان ۾ سڌارا آڻي، ساترائن جو رواج آڻي، ان کي علمي لکت لاءِ موزون بڻايو. سندن مراد هئي ته نوان مسلمان خواجا اسلامي تعليم ۽ اصولن کي پنهنجي مقامي ٻوليءَ ۾ لکن ۽ سکن. هن خط ۾ لکيل سوين ڪتاب آهن، جيڪي موجوده زماني ۾ به پاڪستان، ڀارت، سلون ۽ آفريڪا جا اسماعيلي پڙهندا آهن.

هن رسم الخط ۾ نه فقط مذهبي اصول وغيره لکيا ويا، بلڪ ادبيات، تاريخ، هندسه ۽ فلسفي تي به مضمون لکيا ويا آهن، جن مان ڪي برٽش ميوزيم لئبرري، انڊيا آفيس لئبرري ۽ انگلنڊ جي ٻين مشهور لئبررين ۾ رکيل آهن.

هي خط چاليهن حرفن تي مشتمل آهي، ۽ انهيءَ ڪري هن کي "چاليهه اکري" به چوندا آهن. سنڌ ۾ هن کي "خواجڪي سنڌي صورتخطي" يا "چاليهه اکري" چون، پر پاڪستان کان ٻاهر رکو "سنڌي" چوندا آهن. موجوده وقت هن خط ۾ وينجنن کان سواءِ ڏهن سرن لاءِ حرف مقرر ٿيل آهن.

<u>پير صدرالدين جو اولاد.</u> پير صاحب جا ڇهه پٽ هئا: سيد رڪن الدين، سيد بدرالدين، سيد شمس الدين ثاني، سيد نصيرالدين، سيد غياث الدين ۽ سيد ناصرالدين قلندر شاهه. انهن ۾ سيد ناصرالدين قلندر شاهه، ٦٦٥ هجريءَ ۾ سبزوار مان ملتان آيو ۽ پير شمس جي خدمت ۾ رهيو. اسماعيلي فرقي جي دعوت جو حڪم ملندي ئي، هماليا جبلن جي سرحدن ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. پير صاحب جي اولاد جو شجرو پيش ڪجي ٿو.



## ۵. مائي مرڪان شيخ (١).

هيءَ بزرگ مائي، ڪڇ جي رڻ جي مانجهي خطي جي رهاڪو هئي. مانجهيءَ جي خطي جون سرحدون ٿرپي ڇورهڏي، تعلقي بدين سان اچي ٿيون ملن. اڄڪلهه اهو خطو ڪڇ جي رڻ ۾ داخل آهي. هيءَ مائي ذات جي پٿي هئي.

سيد جميعل شاهه گرناريءَ (درگاهه پير پٺي جي سامهون) جي تبليغ هيٺ انهيءَ خطي جا سڀ پٿي ذات وارا مسلمان ٿيا، ۽ پاڻ کي شيخ سڏايائون.

شيخ سومار جي راءِ موجب، مائي مرڪان ٧٠٠ھ: ١٣٠٠ع ڌاري وفات ڪئي (٢). جيڪڏهن اهو سن درست ڪري وٺجي ته پوءِ چئبو ته هيءَ مائي سنڌي ادب جي تاريخ ۾ پير صدرالدين کان به اڳ ٿي گذري هئي.

ڪلام. مائيءَ مرڪان، پنهنجي مرشد، ڪرهيي پانڌاريءَ جي بي انتها عقيدت، محبت ۽ سڪ وچان، ڳيچا جوڙيا آهن، جيڪي اڄ به درگاهه ڪرهيي پانڌاريءَ جون مريدياڻيون، مائيءَ جي قبر تي عقيدت ۽ احترام وچان ڳائينديون آهن (٣). مائيءَ جي ڪلام جي تصديق مضمون نگار جي هن بيان مان ملي ٿي:

"فارسيءَ جي خطي نسخي ۾، جنهن ۾ ڪرهيي پانڌاريءَ جي ڪرامتن ۽ ٻارن ڏوهٽن سان روح رهاڻ جو احوال آهي، مرڪان جي گيتن ڏيڻ کان اڳ مؤلف لکيو آهي ته 'مرڪان پائي ڪرهيي پانڌاريءَ کان پوءِ به زنده هئي.' انهن ۾ اکرن لکڻ کان پوءِ به گيت لکيا اٿس — جي 'ڪانڌيرڙي لٽس' ۽ 'مريدني تنهنجا چاڳلا آورجا چاما' وارا آهن" (٤).

مائي مرڪان جو ڪلام مرشد جي عقيدت جو لاثاني مثال آهي. مائي اهي ڳيچا ڳيچ پاڻ ڳائيندي، مرشد جي حضور ۾ ويندي هئي. سندس ڳيچن ۾ سوز، تڙپ ۽ سڪ واريون خوبيون سمايل آهن. هيٺ سندس ڳيچن مان ڪي مثال طور ڏجن ٿا.

١. هيءَ ڪانڌيرڙي لٽس،
هيءَ واسترڙي وس،
آءٌ ڪلندي ڪڏندي اچان.
ڪرهيل ڏلم سڪ پار ۾،
آءٌ ڪلندي ڪڏندي اچان.

(١) مائي مرڪان جو احوال، ڪلام سميت، شيخ محمد سومار بدينويءَ هڪ مضمون جي صورت ۾ ڏنو آهي. ڏسو: "راحت" رسالو، راحت پبليڪيشن، تلهار سنڌ، آگسٽ ١٩٦١ع، ص ص ٢٥-٣٥.

(٢) ايضاً، ص ٣٤.

(٣) ايضاً، ص ٣٥.

(٤) ايضاً.

پانڊاري ڏنم سڪ پار ۾،
آءٌ ڪلندي ڪڏندي اچان.

٢. ڍهل گهڙايم سهڻا، سور چيندور،
مرشد جي ملي تي رهاڻ،
ڪرهيل جي جهلي تي رهاڻ،
جيئين پير، لوڏون ڪندين سنڌ ۾.

شرنايون گهڙايم سهڻيون، سور چيندور،
مرشد جي ملي تي رهاڻ،
ڪرهيل جي جهلي تي رهاڻ،
جيئين پير، لوڏون ڪندين سنڌ ۾.

٣. مريدني، تنهنجا ڏس ۾، آورا جا چاما (١)،
شيخ نيي، تنهنجا ڏيهه ۾، ڪونئري جا
چاما (٢)،
ٻورڙيون ڪٽيمس، پير پانڊاري،
تنهنجو سات سلامت آيو،
تنهنجو ٻيڙو ڪنڍي گهر آيو.

ڪلام جون خوبيون ۽ ٻولي. مائيءَ جو ڪلام تڙپ ۽ سڪ جو سنيهو آهي. منجهس اها ئي سادگي آهي، جا عام طور ڳيچن ۾ نظر ايندي آهي. ننڍيون ننڍيون ٻولن مثل مصراعون آهن، جيڪي خاص سر ۽ آلاپ سان ڳائڻ وقت اهو رس ۽ لٽي ڪنديون آهن جو ٻڌندڙ ڪافي متاثر ٿيندو آهي. مائي مرڪان جي ڪلام جي ٻولي ڪافي پراڻي پيئي لڳي.

٦. سمنگ چارڻ.

هن بزرگ جو سنڌي ادب ۾ پهرين پهرين تعارف ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪرايو هو (٣). محترم محرم خان هن جو عرصو ١٢٠٠-١٣٠٠ع مقرر ڪيو آهي (٤). سندس راءِ موجب:

"هو سنڌ ۽ ڪڇ جي سرحد لڳ، ڪيرا ڪوٽ جو رهاڪو هو ۽ ڄام لاکي جي راڄ جو مڱڻهار هو. هو سومرا راڄ جو سخت مخالف هو، ۽ سما پرستي سندس سرشت ۾ شامل هئي. آبائي عادت وانگر، سڄي عمر سير ۽ سفر ۾ گذاريائين. سومرا سردار توڙي برسر اقتدار هئا ۽ سنڌن راڄ ۾ سما ڄام فقط سکيا ستابا عوام هئا، تہ بہ هي چارڻ سومرن جي حريف سما سردارن جي سخا جا ڳڻ ڳائيندو ۽ سندن سورهيائيءَ جي ثناخواني ڪندو رهندو هو." (٥)

سومرن ساڻ وچان سمنگ ڪي ساعت بہ نہ سنو. سندس وهت وانا چورايائون ۽ بادشاهه

(١) آورا جا چاما: ڪرهيي پانڊاريءَ جو لقب.
(٢) ڪونئري جا چاما: پانڊاريءَ جو لقب.
(٣) ڊاڪٽر بلوچ: "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ."
(٤) محرم خان: مقالو، "سنڌي ٻوليءَ جو قديم شعر ۽ شاعري"، سماهي "مهراڻ"، ٣-٤، ١٩٦٦ع، ص ١٤٠.
(٥) ايضاً: مقالو، "سمنگ چارڻ"، سماهي "مهراڻ"، جلد ١-٢، ١٩٦٦ع، ص ص ١٣٠ ۽ ١٣١.

همير سومري ڪيس ڪاٺ ۾ هڻڻ جو حڪم ڪيو. سومرن جي انياء ۽ اوڏائيءَ جا اوڳڻ، سمنگ عوام اڳيان اپٽاري، انهن کي آپاريو، ۽ ڪين آگاهه ڪيائين ته سومرن جي صاحبيءَ جو ويل وهامي رهيو آهي (١). سومرن جي باري ۾ سمنگ، جون سڻون، ۽ سمن سردارن جي سخاوت ۽ سورهيائيءَ جي ثنا ۾ سندس ڳاهون، مثال طور هيٺ ڏجن ٿيون (٢):

١. همير ڪان پيٺي، سومرن ڪان ويٺي،
هميران پوراهه، راڄ نه ڪندا سومرا.

٢. ستينءَ هو سوجهرو، آئينءَ ٿي اونداهه،
هميراڻي ٻاهه، وسائي ورهين ڪي.

٣. وڏين جهليو نه رهي، هوڏيءَ سنڌو ڳهاءَ،
ڪوڏ پرائيندو پاڻ، تنهن سان وجهي ماسرو.

٤. در آئي مڱڻي، دان سيڪو ڏي،
سپڙ سو ساري، جو جهوپڙين ۾ جهيڪيو.

سمنگ جي ڪلام ۾ هڪ خصوصيت هيءَ ٻه آهي ته هن سمن جي خانداني شجري کي سنيالي ڳايو آهي، ۽ بقول محرم خان، "سمن جي ٽيهن گهراڻن مان ڇتايل مڙس چونڊي، انهن مان 'ڏهه ڏاتار' ۽ 'ست سورهيه' مقرر ڪيا، ۽ هرهڪ تي هڪڙي ڳاهه ٻڌائين."

مٿي ڏنل بيان مان ظاهر آهي ته سمنگ چارڻ جو ڪلام ڳاهن تي مشتمل آهي، جنهن مان سومرن جي دور جي تاريخ ملي ٿي. هن جي ڳاهن جو مضمون ساراهون ۽ سڻون آهي.

هن جي ڪلام ۾ نه تخيل جي بلندي آهي ۽ نه خيال جو پرواز. هن جي ڳاهن جي خاص خوبي هيءَ آهي ته انهن مان اُن دور جي تهذيب ۽ تمدن، اٿڻي-ويهڻي، ماحول ۽ تاريخ جي خبر پوي ٿي. سمنگ جي ڳاهن جي ٻي خاص خوبي آهي سيرت نگاري ۽ واقعي نگاري.

ڪلام جي ٻولي. موزون ۽ موقعي آهر لفظن جي انتخاب ۾ سمنگ ڪمال ڪيو آهي. هوڏيءَ جي همت ۽ مردانگيءَ کي اهڙن لفظن سان پيش ڪيو اٿس جو پورو واقعو منظر طور اکين اڳيان تري اچي. هوڏي ٻيڙ ۾ مست شير وانگر گجندو نظر اچي ٿو. اهڙيءَ طرح، سپڙ سخيءَ ۽ همير جي ڪردارن بيان ڪرڻ ۾ به ڪمال ڪيو اٿس.

سڻن وارين ڳاهن ۾، سمنگ سومرن کي گاريون ڏنيون آهن ۽ سندن گلا ڪئي اٿس. اهي گاريون ثابت ٿيون ڪن ته هن جي دل ۾ سومرن لاءِ سخت نفرت ۽ ڌڪار هئي.

٠٧ ٻاڳو ٻان. سومرن جي دور جي تاريخ ۾ ٻاڳو ٻان جو نالو دودي چوٿين ۽ ابڙي سان گڏ ورتو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته دودي ۽ علاؤالدين واريءَ جنگ کان ڪجهه وقت اڳ سومرين کي ابڙي وٽ سام طور وٺي وڃڻ جو ڪم هن وفادار ٻان تي رکيو ويو هو. انهيءَ

(١) محرم خان: مقالو، "سمنگ چارڻ"، سماهي "مهراڻ"، ١-٢، ١٩٦٦ع، ص ص ١٣٠، ١٣١.
(٢) ايضاً.

ڪري چڪبو نہ دودي ۽ علاؤالدين واري جنگ جي سمي (۱۳۱۲ع) وقت ھي زنده ھو. محترم محرم خان لکي ٿو:

سومرن جا ہ خاص معتمد پانڌئي ھئا. پاڳو پان تہ سندن ست-پيڙهيو، گهر-چاڙو پاٽ ھو، جو سنگيت ۽ راڄنيتيءَ جو وڏو ڄاڻو ھو. علاؤالدين گجرات کان ڪڇ جي وکھ ڪوٽ تي وار ڪيو، قيامت خيز جنگ لڳي، جنهن ۾ سومرن جي سورهيائي توڙي پاڳو پاٽ جو ڪردار لاثاني آهي. پاڳ فقير هت چند بردئيءَ جي 'ٻي جوڻ' يا نئون روپ لڳي ٿو. دودل-وير جي شان ۾، 'پرٿويراج راسا' جي نموني تي ٿي 'دودل-راسو' ڳايائين، جو هڪ وڏو جنگي داستان آهي" (۱).

ڪلام. پاڳو پان جو ڪلام، جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي، سومرن جي سورهيائيءَ جو ئي داستان آهي. اهي ڳاهون دوهن جي هيئت ۾ آهن، پر ڪي ڳاهون بيت جي هيئت ۾ آهن، جي يقيناً سومرن کان پوئين دور جون آهن. محرم خان لکي ٿو:

"هي ڳاهون ڪبت جي هيئت ۾ آهن، جي راڳ همير (۽ ڪيڏاري يا سورٺ) ۾ ڳائبيون آهن" (۲).

حقيقت ۾ ڪبت جو سومرن جي دور ۾ رواج ئي ڪونہ ھو. ڪبت جو رواج ڪلهوڙن جي دور ۾ پيو. پاڳو پان جي هڪ ڳاهہ ڏجي ٿي:

پاڻي پاڻي ڏينهڙا، لڳا پونگر راو ستي،
مڙدن اڇي مامرو، ٻڏڙو ٻگ مٿي.

## ۴. ادبي جائزو.

مٿي پيش ڪيل ادبي ذخيري جو جڏهن جائزو وٺجي ٿو، تڏهن هيٺيان نتيجا نڪرن ٿا:

۱. هن دور ۾ مسلمانن جي ٻهرينءَ وطني حڪومت جو بنياد پيو. سياسي مرڪزيت سبب ڏکڻ-اوير سنڌ ۽ سنڌ-ڪڇ سرحد، سومرن جي حڪومت جي خاص اثر ۽ طاقت جو مرڪز بڻيون، ۽ انهيءَ ڪري مرڪزي ايراضيءَ ۾ سنڌي ٻولي پکڙي (۳).

۲. هن دور ۾ سومرن جي طاقت جو رخ ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات وارين سرحدن طرف رهيو؛ انهيءَ ڪري ڪڇ طرف سومرن، سمن ۽ ٻين سنڌي قومن جون بستيون قائم ٿيون، ۽ ڪڇ ۾ سنڌي ٻولي پکڙي (۴).

۳. هن نج سنڌي ماحول ۾ ماڻهن جو توجهہ

(۱) محرم خان: مقالو، "قديم سنڌي شعر ۽ شاعري"، ص ۴۰.
(۲) ايضاً.
(۳) ڊاڪٽر بلوچ: ص ۵۴.
(۴) ايضاً.

اندروني مسئلن ۽ معاملن طرف وڌيو. ملڪي
آزاديءَ سببان ماڻهن جا ذهن کليا، ۽ حاڪمن
۽ سردارن جي ڪچهرين ذريعي مقامي قصن،
ڪهاڻين ۽ عشقي داستانن ۽ ٻين خاص واقعن
جي ٻهت پچار شروع ٿي (١).

٤. عربي ٻوليءَ جو رواج ختم ٿيو، ۽ ان
جي جاءِ تي فارسيءَ جو بنياد پيو، پر حاڪمن
۽ عام ماڻهن جي ٻولي سنڌي هئي. عربي دور
۾ عربي دفتري زبان هئي، پر عرب توڙي سنڌي
واپاري عربي ۽ سنڌي ٻولي ڳالهائيندا هئا.

٥. سنڌي زبان باقاعدي لکي ويندي هئي،
۽ ان جي لکت جا ڌار ڌار رسم الخط هئا، جن جو
ثبوت البيروني ۽ ابن نديم جي بيانن ۽ ٻين مان
لڌل ٺڪرين تي لکيل اکرن مان ملي ٿو.

٦. هي دور رومانوي دور هو. سنڌجا اڪثر
عشقي داستان هن ئي دور سان واسطو رکن ٿا.

٧. رومانوي دور کان علاوه، هي دور
قومي بيداريءَ وارو دور هو، جنهن ۾ حب الوطنيءَ،
مردانگيءَ، شجاعت ۽ سورهيائيءَ جا لاثاني مثال
ملن ٿا.

٨. حب الوطني هن دور جي اهم خصوصيت
آهي. وطن فروشيءَ کي ڌڪارڻ، ڌاڙين جي
ڌاڙائيءَ ۽ ظلم کان نه ڊڄڻ، ڌارين جي اطلس
۽ ريشم جي مقابلي ۾ اباڻن جي کٿي اوڍڻ ۾
عزت سمجهڻ ۾ مارئيءَ جو ڪردار هڪ اهڙو
ڪردار آهي، جو اڄ به اسان لاءِ ساڳي اهميت
ٿو رکي. مارئيءَ جو ڪردار اڄ به ساڳيو پيغام
ڏئي ٿو.

٩. هن دور ۾ ساٿيهه تان سر صدقو ڪرڻ
نه فقط دودي سومري ۽ ان جي ٻٽ ننگر جهڙن
مردن جو مرڪ هو، بلڪ ٻاگهل ۽ هيمون، ٻاگهيءَ
۽ تاريءَ جهڙين شهزادين ۽ راڻين جا ڪردار
اڄ به نئين نسل ۾، خاص طور عورتن ۾،
حب الوطنيءَ جو جذبو جاڳائين ٿا.

١٠. هن دور جا شاعر ۽ سگهڙ، راڄاڻن ۽
سردارن جا درٻاري هئا، تنهنڪري انهن جي
شاعريءَ ۾ رجز، ساراهه يا واکاڻ ۽ سٽن جي
جهلڪ نظر اچي ٿي.

١١. هن دور جي شاعريءَ جو اهم جزو
مذهبيات به آهي، جنهن جو سماج جي هر شعبي
تي تسلط هو. عوامي زبان کي تبليغ جو ذريعو
بنايو ويو، انهيءَ ڪري مذهبي پيشوائن توڙي
عوام جو فڪر ۽ ادبي ذخيرو، سنڌ ۾ سنڌي
زبان جي صورت وٺڻ لڳو.

١٢. هن دور ۾ اسلام جي جدا جدا فرقن
جا داعي سنڌ ۾ پکڙجي ويا، پر جيئن ته سومرا
اسماعيلي هئا، تنهنڪري اسماعيلي دعوت کي
سنڌ ۾ وڌڻ ۽ ويجهڻ جو زياده وجهه مليو.
اسماعيلي داعين اسلام جا اصول مقامي ٻولين—
ملتاني، سنڌي، هندي ۽ گجراتي— ۾ منظوم
ڪيا. پنهنجي ڪلام کي "گنان" ڪوٺيائون.

١٣. هن دور جو سڀ کان آڳاٽو شاعر

(١) ڊاڪٽر بلوچ: ص ٥٤.

سيدنا پير نورالدين آهي، جو اسماعيلي تبليغ لاءِ سنڌ ۾ ۱۰۷۹ع ۾ آيو. هن بزرگ اسلامي شريعت جا مسئلا، ويدانت ۽ تصوف جا اصول، هڪ نئين طريقي ۽ نئين ڍنگ سان سمجهايا. انهيءَ طريقي کي پاڻ 'ست پنٿ' يعني سچي واٽ سڏيائين.

۱۴. هن دور جي ڳاهن ۾ ويرن ۽ بهادرن جا بيان، رزميه داستان، سورهين جون ساراهون ۽ سڻون بيان ٿيل آهن.

۱۵. اهڙيءَ طرح، ڳيچ ۽ ڳيا به هن ئي دور جي شاعريءَ جي صنف طور پيش ڪري سگهجن ٿا، جن ۾ عوامي زندگيءَ جو عڪس نظر اچي ٿو.

۱۶. پير پٺي جو واقعاتي بيت، ديبل جي جاءِ ۽ تاريخ جي نقاب ڪشائي ڪري ٿو.

۱۷. هن دور ۾ شلوڪ جي شڪل ۾ به ڪلام چيو ويو.

۱۸. پير صدرالدين جي ڪلام کي ڪافي سڏي سگهجي ٿو. هر گنان جي منڍ ۾ هڪ مصرع تي مشتمل ٿلهه، ۽ دوهي جي شڪل واري هر بند پويان اها ٿلهه واري مصرع ورائيءَ طور وري ڳائڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته هن بزرگ جي گنان جي سٽا راڳداريءَ سان واسطو رکي ٿي، جا پوءِ ماڌو لال شاهه حسين جي ڪلام ۾ به نظر اچي ٿي (۱).

۱۹. هن دور جي شاعريءَ ۾ مضمون جي وسعت آهي. چارڻن ۽ جاجڪن هن دور جي عڪاسي ڪندي، عام ۽ خاص ماڻهن جي اٿڻيءَ-ويهڻيءَ ۽ سخا جو خاڪو پيش ڪيو آهي. انهن جي ڳاهن ۾ سنڌ جي تاريخ، جاگرافي، تهذيب ۽ تمدن جو مواد ملي ٿو. انهن ڳاهن مان ثابت ٿو ٿئي ته سنڌ جا ماڻهو سورهيه، وطن دوست، بانڪا، بهادر، دوستيءَ جو ننگ رکندڙ، سام جهليندڙ، واعدو پاڙيندڙ، مريادا وارا، ايماندار ۽ شريف آهن.

۲۰. هن دور جي مذهبي ڪلام ۾ صوفيائو، ناصحاڻو مضمون گهڻو ملي ٿو. اسماعيلي پيرن جي تبليغ جو مقصد روحاني تعليم آهي. الله ۽ رسول جو نالو جپڻ، دل صاف رکڻ، ڪوڙ ڪپت، نگيءَ ۽ دولاب کان پاسو ڪرڻ، هن دنيا کي فاني سمجهڻ، خدا جي وحدانيت ۾ يقين رکڻ، نفس جي غلاميءَ کان پاڻ بچائڻ، باطل کان پري رهڻ ۽ پاڻ کي حق جي حوالي ڪرڻ، ذڪر ۽ فڪر ۾ پاڻ کي فنا ڪرڻ، غفلت ڇڏڻ، ننڊ نياڳيءَ کي ترڪ ڪرڻ، وغيره، جهڙا مضمون سندن ڪلام ۾ نظر اچن ٿا. سڀ اسماعيلي داعي همه اوست واري نظريي جا حامي هئا. پير صدرالدين بزرگ فرمايو آهي ته جيئن اکين ۾ نور، گل ۾ خوشبو، کير ۾ مکڻ ۽ سج ۾ روشني سمايل آهي، تيئن منهنجي رب جو وجود انسان توڙي ٻين شين ۾ موجود آهي.

۲۱. هن دور جي شعر ۾ تشبيهن ۽ استعارن کان سواءِ، جنگ جي ماحول جو منظر، جذبو ۽ جولان، موزون لفظن ذريعي پيدا ڪيا ويا آهن.

(۱) ڊاڪٽر موهنسنگهه: "ڪافيان شاهه حسين"، ص ۳۶.

۲۲. ٻوليءَ جي لحاظ کان هن دور جو ڪلام خاص ڌيان ڇڪائي ٿو. ڳاهن ۽ گِيچن جي ٻولي لاڙي آهي، پر مبلغن جي گنانن جي ٻولي ڪڇي ۽ لاڙي آهي. پير نورالدين ۽ پير شمس جي گنانن وارو ڪڇي لهجو گهڻو آڳاٽو آهي، ۽ ان دور جي عام ماڻهن جي روزانه استعمال وارو آهي، تنهنڪري موجوده سنڌيءَ سان، ان (گجراتي آميز) روزمره واري عوامي ڪڇي لهجي کي ڀيٽڻ درست نه ٿيندو.

۲۳. مذهبي گنانن جي ٻوليءَ ۾ گرامر جا انوکا نڪتا نظر اچن ٿا، مثال طور:

ست پنثي تي جي ست سون رهي، ٻُرو نه راکي من.

هن مصرع ۾ 'تي' ۽ 'جي' لفظ ظرف طور ڪم آيا آهن. ساڳيءَ طرح 'سون' لفظ حرف جر طور ڪم آندو ويو آهي. ٻهريان ٻئي لفظ — تي ۽ جي— ساڳيءَ ترڪيب سان، گهڻو پوءِ، لطيف جي ڪلام ۾ به نظر اچن ٿا:

اڇيو آتڻ واريون، طعنا ڏينم تي.

....

تيلا ڏٿيءَ ڏُٺا، جيلا ويا وحدت گڏجي.

....

تڙ نهاريان تني، منهنجا بندر ويڙا جي.

پيرن جي ڪلام ۾ 'سان' جي بدران 'سون' حرف جر گهڻو ڪم آندل آهي. ممڪن آهي ته ۱۰۰۰ يا ۸۰۰ ورهيه اڳ 'سان' جي بدران 'سون' حرف جر ڪم ايندو هو. اردوءَ جي قديم شاعرن، ولي دکني ۽ آن جي همعصرن، جي ڪلام ۾ به 'سون' جي استعمال جا گهڻا مثال ملن ٿا (۱).

مت غصہ کے شعلوں سوں، جلتے کو جلاتی جا،

تک مہر کے پانی سوں، یہ آگ بجھاتی جا

۲۴. ڀنيور مان لڌل ٺڪرين مان هڪ ٺڪريءَ تي اهڙو رسم‌الخط لکيل آهي، جيڪو اڄ به اسماعيلي خواجه جماعت ۾ رائج آهي. انهيءَ مان اهو ثو ثابت ٿئي ته جيڪا غير مسلم قوم پير صدرالدين جي تبليغ هيٺ مسلمان ٿي هئي، ان قوم ۾ اهو رسم‌الخط اڳي ئي رائج هو. اسلام ۾ اچڻ کان پوءِ به ڪين پنهنجي مقامي رسم‌الخط ۾ وهنوار رکڻ کان ڪونه روڪيو ويو. پير صاحب جو ڪمال اهو آهي جو نه رڳو فراخدليءَ سان پنهنجن مريدن کي پنهنجو مقامي رسم‌الخط ڪم آڻڻ جي اجازت ڏنائين، بلڪ آن خط کي سنواري، آنهن ۾ ماترائن جو اضافو آڻي، ان کي علمي رسم‌الخط جي صورت ڏنائين. اهڙي سڌريل رسم‌الخط کي 'خواجڪا سنڌي' اکر سڏيو ويو.

(۱) محي‌الدين زور: "هندستاني لسانيات"، مڪتبه معين‌الادب، اردو بازار، لاهور، ۱۹۶۱ع، ص ۴۳.

### ٻن ٻوڙين پاتال ۾.

صاحب، تنهنجي صاحبي، عجب ڏنيسون،
ٻن ٻوڙين پاتال ۾، پاهڻ تارين تون.

مصطفي اوريئنٽل ڪاليج جي استاد، جمال الدين "مومن"، مختلف مضمونن کي يڪجا ڪري، شايع ڪيو آهي.

### سوري آ سينگار.

سوري آ سينگار، اصل عاشقن جو،
مرڻ، موٽڻ ميهڻو، ڏيا نظاري نروار،
ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن جو.

خيرپور ناٿنشاهه جي مشهور معروف نوجوان شاعرن — نيازعلي شاهه "محسن" ڪڪڙائي، غلام رسول "آثم" ۽ غازي خان "نشتر" — پنهنجن غزلن، قطعن ۽ انقلابي شعرن کي يڪجا ڪري، هن ڪتاب ۾ پيش ڪيو آهي. "بزم طالب" خيرپور وارا شايع ڪري رهيا آهن.

مٿين ڪتابن کان سواءِ اسان جي ڪيترن ڪهاڻيڪار اديبن اهڙا افسانا لکيا آهن، جن جا نالا ڀ شاهه جي شعرن مان ورتا ويا آهن. جهڙوڪ

"سنها پاڻ م سپ": منصور ويراڳي.
"هوندا سي حيات": غلام رباني.
"ڪتيم ڪينڪي": ثميره زرين.
"هڙا هاڃا ڏين": لطف الله بدوي.
وغيره وغيره

# ميرانپور جو معرڪو

ڪريم بخش خالد

ميرانپور ۽ نصريه، قديم سنڌ جي نقشي موجب، هالڪي جهوڪ جا نالا آهن، جتي هر سال ١٧ کان ١٩ صفر تائين صوفي شاهه عنايت شهيد جي ورسي ملهائي ويندي آهي. شهادت صغريٰ جي هن عظيم واقعي جي ياد ۾ ساري سنڌ، بلوچستان ۽ بهاولپور مان هزارين مريد ۽ معتقد هتي اچي پنهنجي مرشد کي تعظيمي سجدو ڪندا آهن.

سنڌ جي سيني ۾ سوين بزرگن جا آخري آرامگاهه آهن، جتي سوين سالن کان اهڙا اجتماع ٿيندا رهن ٿا، جن ۾ بزرگن جي بزرگي، سندن ڪرامتن ۽ روحاني فضيلتن جو ذڪر اذڪار ٿيندو رهي ٿو. پر انهن ڳڌجاڻين جو سنڌ جي موجوده تاريخ ۽ ماڻهن جي موجوده سماجي، ثقافتي، سياسي ۽ اقتصادي حالتن تي ڪهڙو اثر پيو آهي، ان جو ذڪر نهايت تڪليف ۽ اذيت پهچائيندڙ ۽ ايمان شڪن نوعيت جو الميه آهي.

ميرانپور ۾ ارڙهين صدي عيسويءَ جي شروع ڌاري، حق ۽ باطل جي تصادم ۾ جيڪو انساني خون ضايع ٿيو، تنهنجي لالائيءَ سببان اڄ به سنڌ جي سرزمين سرخرو آهي، پر سنڌين جي ماضيءَ جو هي داستانِ دعوتِ عزيمت اهڙو ته وسيع، تحقيق طلب ۽ قابل غور مسئلو آهي، جنهن جي واضح ٿيڻ سببان اهو راز افشا ٿي پوندو ته سنڌ مٿان مڪاني ماڻهن جي حڪومت ختم ٿيڻ جا ڪهڙا سبب هئا، انهن جي پيدا ڪرڻ ۾ ڪهڙن ماڻهن جو هٿ هو ۽ ان جا ڪارڻ ڪهڙا هئا.

## پس منظر.

دهلي سلطنت جو زوال اڪبر بادشاهه جي وفات کان پوءِ شروع ٿيو، جيڪو جهانگير، شاهجهان ۽ اورنگزيب جي دور حڪومت ۾، مختلف عملي صورتون اختيار ڪندو رهيو. مرڪز جي اقتدار جي گرفت مضبوط ڪرڻ جون ڪوششون ته ٿينديون رهيون، پر انتشار جا بادل به ڪمزور ٿيڻ سان گڏوگڏ، وقت بوقت، پوري قوت سان نمودار ٿيندا رهيا، تانجو ١٧٠٧ع ۾، اورنگزيب جي وفات کان پوءِ، مغليه سلطنت جو چراغ اجهامڻ لڳو. علائقائي قيادتن جو وجود عمل ۾ آيو، ۽ باهمي اتفاق ۽ خيرسگاليءَ جا جذبا ختم ٿي ويا. اورنگزيب جي پوين، پنهنجن وڏن جي روايتن کي زنده ڪندي، باهمي جنگ ۽ جدل ذريعي انساني خون ارزان ڪري ڇڏيو. عيش عشرت جون محفلون گرم ٿيڻ لڳيون، ۽ شريفن جي بيقدري ۽ رذيلن جي عزت افزائي ٿيڻ لڳي. علماءِ سوءِ جو دور دوران هو ۽ اهل حق لاءِ اذيتون.

سنڌ جون سياسي حالتون ﺑﻪ مختلف ڪين هيون.

سنڌ پنهنجي جاگرافيائي حالتن ۽ سرسبز شادابيءَ سببان هميشه ٻاهرين جي اک ۾ پئي رهي آهي. ٻنارسي برهمڻ جي حڪومت کي محمد بن قاسم شڪست ڏيئي، انساني مساوات جي دور جي ابتدا ڪئي، ۽ مڪاني ۽ ٻاهرين انسانن جي وچ ۾ امتياز ختم ڪري، پائدار ۽ جٽادار حڪومت لاءِ عقل ۽ تجربي کي بنياد قرار ڏيئي، ڪيترن غيرمسلم مفتوحن کي حڪومت جي عملي ۾ شريڪ ڪيو. ان کان پوءِ سومرن ۽ سمن جي سوين سال حڪومت جو دور اچي ٿو، جيڪو نه فقط امن ۽ آسودگيءَ ۽ انساني آزاديءَ جو مثالي دور آهي، پر ادب جي عروج ۽ فنون لطيفه جي ترويج جو زمانو ﺑﻪ آهي.

سمن کان پوءِ ارغونن ۽ ترخانن جو دور آهي، جن جي خاڪي جسمن تي عظيم الشان قُبا ته اڏيل آهن، پر مڪليءَ جي خاڪ برابر ﺑﻪ انهن جي عزت ڪانهي. اڄ ڪوئي سنڌن مقبرن تي فاتحا پڙهڻ وارو ڪونهي. عروج کي زوال آهي، ۽ بديءَ جي جاءِ نيڪي والاري ٿي. انهن اصولن پٽاندر، ترخانن کان پوءِ مغلن جي حڪومت شروع ٿي، جن جا صوبيدار سنڌ جي مختلف پرڳڻن ۾، دهليءَ پاران نظم ۽ نسق سنڀاليندا هئا. دهليءَ جي انحطاط جو سنڌن ڪارڪردگيءَ تي ﺑﻪ ساڳيو اثر پيو. عوام آزاري، لٽمار، ۽ حق جي مقابلي ۾ باطل جي طرفداري، انهن صوبيدارن جو معمول هو.

چام نظام الدين ننڍي جي زماني ۾ مهدوي تحريڪ جو مهندار، سيد ميران محمد جونپوري، سنڌ ۾ آيو. آدم شاه ڪلهوڙو ان جي تعليم کان متاثر ٿيو. سندس پوئلڳن جو تعداد روز بروز وڌندو رهيو، تانجو ملتان جي مغليه گورنر سان سندس تصادم ٿيو، جنهن ۾ هو پاڻ ۽ سندس بيشمار مريد قتل ٿي ويا. ميان دين محمد کي قيد ڪيو ويو، ۽ ڪلهوڙن کي قلات ڏانهن پڃائي ڪڍيو ويو. ان کان پوءِ ميان نصير محمد، زماني جي رمز سمجهي، ملتان جي گورنر سان ملي، معافي وٺي، پروانو حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. سندس حڪومت ١٦٥٧ع کان ١٦٩٢ع تائين آهي. جنهن دوران ڪلهوڙن پنهنجيءَ مريديءَ جو حلقو نهايت وسيع ڪيو، ۽ مريدن جي دنيوي بهبود ۽ ديني ڀلائيءَ لاءِ هڪ اجتماعي پروگرام عمل ۾ آندو، جنهن جي ڪاميابيءَ جو سهرو ميان دين محمد ۽ ميان يارمحمد جي سر آهي.

ميان يارمحمد، ١٧٠١ع ۾، اورنگزيب کان پروانو ۽ 'خدايار خان' جي خلعت حاصل ڪئي. اتر سنڌ ۾ دائود پوٽن کي شڪست ڏيئي، شڪارپور حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ چانڊڪو، ڪنڊيارو، ۽ ٻيو وسيع علائقو پنهنجي اثر ۾ آندائين.

ڪلهوڙن جو انگريز مصنفن طرح طرح جي حقير نالن ۽ لقبن سان ذڪر ڪيو آهي، ۽ سنڌن سرگرمين کي ٻڻ ننديو آهي. پر سنڌ جا

هي ٽيم بلوچ قبيلا پنهنجيءَ پاري جو ڏنڊو ڪندا
هئا. ان وقت جو سنڌي معاشرو پنهنجيءَ ضعيف
الاعتقاديءَ ۽ وهم پرستيءَ، ۽ پڻ سنڌن درويشي
حال ۽ ’تاليف قلوب‘ واريءَ تحريڪ جي ڪري
گهڻو متاثر ٿيو، جو ته چوطرف استحصالي قوتن
عوام آزاريءَ جي ڌم مچائي ڏني هئي. خدا جي
زمين تي انسانن قبضو ڪيو هو، ۽ چيڙ بيگار
۽ ڏاڍ جي ذريعي عوام کي غلاميءَ جي زندگي
بسر ڪرڻ تي مجبور ڪيو ٿي ويو. دهليءَ جي
نام نهاد تخت تي مرزا فرخ سير جلوه افروز هو.
سنڌس اٺ سالي دور ۾ حڪومت جي سُڄائي
۽ بيوقاري ته هڪ طرف، پر اهڙي ڪا برائي
باقي ڪانه هئي جيڪا فخر سان عمل ۾ نه
ايندي هجي. ان زماني جي هڪ مشهور ظريف
شاعر، جعفر زٽليءَ، هڪ ٿي شعر ۾ ان ماحول
جو نقشو هن طرح چٽيو آهي:

سڪه زد برگندم و موٺ و مٽر،
بادشاه پشه ڪش فرخ سير.

ٺٽي ۾ ان وقت مغلن جا ٻه صوبيدار آيا —
هڪ لطف علي خان (۱۱۲۵-۱۱۲۷هه) ۽ ٻيو
نواب اعظم خان (۱۱۲۸-۱۱۳۱هه) —. جنهن
جي زماني ۾ شهادت جو هي روح فرسا واقعو
رونما ٿيو.

## شاهه عنايت صوفي.

لانگاهه قوم جو بزرگ، مخدوم صدرالدين، صديون
اڳ ملتان مان لڏي اچي جهوڪ ۾ ويٺو هو.
سنڌس علم ۽ فضل جو چوڌس چرچو هو. انهيءَ
بزرگ جي اولاد مان مخدوم فضل الله جو فرزند،
شاهه عنايت (ولادت: ۱۰۶۵هه)، جڏهن جوان
ٿيو، ته شڪ ۽ اضطراب جي واديءَ ۾ حيرانيءَ
سرگردان رهڻ لڳو. حق جي روشنيءَ جي تلاش
۾ ملتان ويو، جتي هڪ بزرگ شمس شاهه سان
ملاقات ٿيس، جنهن کي جيڪي ڪجهه ڏيڻو هو
سو ته ڏنائينس، پر هدايت ڪيائينس ته برهانپور
وڃي، مخدوم عبدالملڪ وٽ پنهنجي روح جي
ريجهه ڪري.

شاهه عنايت جي چشم بينا اها راز جي رمز
پروڙي ورتي. کيس اهو پليءَ پٽ معلوم هو ته
برهانپور ۾، ڏهين صدي هجريءَ کان، سنڌ جا
ڪيترا اولياءَ ۽ مشائخ آباد آهن، جن ارغونن
جي استبدادي دور ۾، نامسائد حالتن
۽ پڻ تبليغ جي جذبي هيٺ، سماجهي سنڌڙيءَ
کي خيرباد چيو هو. ان ڪري هو ملتان کان
وچ هندستان جو سفر ڪندو، اتي جي سياسي،
مذهبي، اقتصادي ۽ پنگتي حالتن جو غور سان
مطالعو ڪندو، برهانپور پهتو. جتي مخدوم
عبدالملڪ کيس ڏسندي ٿي مٿس نظرالتفات
ڪئي، ۽ هو سنڌس مقربين ۾ شامل ٿي ويو.

## امانت جي منتقلي.

مخدوم صاحب وٽان هر سال ڪيئي طالب حق،
قلب منور ڪندي ۽ درس پورو ڪندي، فارغ
تحصيل ٿيندا رهندا هئا. پر شاهه عنايت کي
مخدوم عبدالملڪ سچا سارا پنج سال پاڻ وٽ
رهايو، ۽ آخر اها ساعت سعيد آئي، جڏهن فرض
پوري ڪرڻ جو سعيو ٿيو. ڪو جشن يا تقريب
ڪانه ٿي، هڪ راز جو اظهار ٿيڻو هو، جو

صيغهٔ راز ۾ منڪشف ۽ منتقلب ٿيو. شاهه عنايت کي گلابي ريشمي خرقو پهرايو ويو، مٿي تي ٽوپي رکي وئي، ۽ مخدوم ڪيس ترار ڏيندي چيو ته ”عنايت! خبر اٿئي ته هن امانت جو ڪارڻ ڪهڙو آهي ۽ تو کي ڪهڙو فرض پورو ڪرڻو آهي؟“ شاهه عنايت اڪتسابي ۽ باطني علوم جي روشنيءَ سان منور ٿيل قلب ۽ دماغ ۽ بصيرت واري ديد سان اڳتي وڌي، مرشد اڳيان نوڙيو، ۽ وعدو ڪيائين ته انهيءَ فرض ادا ڪرڻ ۾ هو سيني مضمرات کي منهن ڏيندو. مرشد ڪيس مزيد هدايت ڪئي ته هو باقي ظاهري علوم مخدوم غلام محمد (وفات: دهلي، ١٢-رجب ١١٥٢هه) وٽان دهليءَ ۾ پرائي.

برهانپور ۾ پنج سال قيام کان پوءِ، شاهه عنايت کي دهليءَ وڃڻ جي هدايت جو هڪ ظاهري پهلو اهو به آهي ته هو اتي وڃي، چڱيءَ طرح مغليه سلطنت جي زوال ۽ پراگنده معاشري جي ڪارڻن جو اڀياس ڪري، ۽ معاشري جي ارتقا لاءِ ’باب الاسلام سنڌ‘ ۾ وڃي ڪوششون ڪري.

## حق جي طالبن تي سختيون.

دهليءَ ۾ سندس باطني درجي کان خود سندس استاد متاثر ٿيو، جنهن ڪيس پنهنجو مرشد بڻايو، ۽ ساڻس گڏجي ٺٽي آيو، جتي اڳي ئي وقت جا نامور فقيهه ۽ مشائخ موجود هئا. اها حقيقت آهي ته شڪ شبهي جو فتنو خود ايتري تيزيءَ سان پيدا نٿو ٿئي، جيترو جلد شڪ ۽ شبهي کي دور ڪرڻ وارا ان جي وجود ۾ اچڻ کي آسان بڻائين ٿا. هميشه نقل ۽ عقل جي تطبيق ۾ شڪ شبهن جي ازالي ڪرڻ جي دعوا ڪندڙن ائين ئي ڪيو آهي.

نين تحريڪن ۾ علم جي عقلي وسعتن سببان وقوع پذير انڪشافن، حجرن جي محدود دنيا ۾ رهندڙ ظاهر پرست ۽ حد ثنا و اخبرنا ۾ گم رهندڙن کي ڀهريائين پنهنجن تيرن سان شڪار ڪيو، ۽ انهن پنهنجن زخمن جي درد ۽ ڪرب کي ملت اسلاميه جي زخمي ٿيڻ جو سبب بڻائي، اهڙا فيصلا صادر ڪيا ۽ اهي حڪومت وقت ذريعي نافذ ڪرايا، جن سببان سندن درد ته عارضي طور گهٽجي ويو، پر مسلمانن ۾ جيڪو باهمي نفاق پيو ۽ ديني مسئلن ۾ شڪ شبهي جو جيڪو ڦهاڙ پيدا ٿيو، تنهن نه فقط امتِ محمدي جي طاقت زائل ڪئي، پر مسلمانن جي سياسي ۽ سماجي نشاة ثانيه جي هر امڪاني صورت کي خواب بڻائي ڇڏيو.

اها ويڌن فقط شاهه عنايت سان ڪين ٿي، پر انهيءَ هزيمت جو شڪار خواجه اجميري، نظام الدين اولياء، شيخ الاسلام ملتاني، خواجه بختيار ڪاڪي، مخدوم بلال ۽ ٻيا ڪيترا عجز ۽ انڪسار جا صاحب، فقر ۽ استغنا جا علمبردار ۽ صاحبِ بصيرت ۽ ڪمال هئا، جن جي زندگي تنگ ڪئي وئي هئي.

ٺٽي جا علماءِ ڪرام مخدوم غلام محمد تي اچي ڏمريا — چي: هو شاهه عنايت کي تعظيمي سجدو ٿو ڪري. ”تحفة الڪرام“ کان علاوه عربي ڪتاب ”دراسات اللبيب“ ۾ به اهو ذڪر

آهي ته علامه ابراهيم ٽٽويءَ قسطاس مستقيم ۾ سجده تعظيمي جي اباحت جو انڪار ڪندي لکيو آهي ته شاهه غلام محمد کي ان سببان ٿي جي عالمن سزا ڏني هئي، ڇو ته اهو غيراسلامي فعل هو.

اهڙين حالتن ۾ شاهه عنايت مخدوم غلام محمد کي واپس دهليءَ موڪليو ۽ پاڻ جهوڪ جو قصد ڪيائين. رستي ۾ جڏهن ٻلڙيءَ کان لنگهيا، ته اُتي سَمَتَهن (سماع) لڳي پئي هئي. هو حيرت ۾ پئجي ويو ته 'ٻلڙيءَ جي بادشاهه' ته اِن کي ڪڏهن به رائج ڪين ڪيو هو، پر هاڻ الائجي ڇو اِهو مانڊاڻ متو آهي. ٻلڙيءَ جي سجاده نشين ساداتن کي فقير جي اِها بيباڪي ۽ اعتراض بيحد معلوم ٿيا، ۽ چيائون ته هيءَ بلا الائجي ڪٿان اچي ڪڙڪي آهي؟ شاهه عنايت صورتحال کي سمجهي اڳتي وک وڌائي، تانجو موجوده جهوڪ وٽ اچي ڪَرَ هڻي ويٺا، جتي باطن جي اصلاح ۽ نفس جي تزڪيه لاءِ خانقاه قائم ڪيائون، ۽ مغلن طرفان سندس خاندان کي ڏنل ڍل-معاف زمينون، اجتماعي طور تي آباد ڪرڻ لڳا. ٿورڙي ئي وقت ۾ اها خانقاه هزارين حق جي طالبن جو مرڪز بڻجي پئي.

شاهه عنايت پاڻ به پوک ڪندو هو — جيئن 'ٻلڙيءَ جي بادشاهه' جو پيشو هو — ۽ پڻ ان وقت جا سنڌي حاڪم، ڪلهوڙا ڪندا هئا. صوفي شهيد جي حُسن اخلاق ۽ عوامپروريءَ جي نتيجي ۾، جلد ئي ٻين خانقاهن تان پڻ فقراءَ اچي ميرانپور ۾ وسندا رهيا. اها ڳالهه تر جي وڏيرن، دنيا پرست عالمن ۽ انهن سڀني جي طرفان برغلايل ٺٽي جي صوبيدار کي نه وڻي.

صوفي شهيد جي مريدن ۽ فقيرن ۾، پنهنجي مرشد جي تعليم ۽ تبليغ سببان، گڏيل کيتيءَ (collective farming) جو رواج هو: جيڪي ڪمائيندا ۽ پوکيندا هئا، سو گڏجي کائيندا ۽ واپرائيندا هئا. لاپو لاڙو ڪونه هو. خود صوفي سڳورو پاڻ لاءِ محض زنده رهڻ خاطر (قوت لا يموت) ڪٺا رکندو هو، باقي سڀڪجهه فقيرن، هارين ۽ ضرورتمندن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو.

اهڙو عمل پسگردائيءَ وارن زميندارن لاءِ مهلڪ خطرو هو، ڇو ته ان طرح سندن زمينداري ۽ عوام آزاريءَ واري وڏيرائپ لوڏن ۾ هئي. "تحفة الڪرام" (فارسي، ج ٣، صفحو ٠٠٠) جي عبارت — "در زمين ايشان فقرا رگ و ريشه دوانده بودند" ۽ پڻ ساڳئي مؤلف جي ڪتاب "مقالات الشعراء" مان ۾ پڻ فقيرن جي اجتماعي يا گڏيل پوک ڪرڻ جو بيان ثابت ٿئي ٿو.

زرعي معيشت ۾ سماجي انصاف (سوشلزم) جو هيءَ پهريون عملي مثال آهي، جيڪو اسان کي سنڌ جي تاريخ ۾، صوفين جي هڪ وڏي گروهه جي اڳواڻ، صوفي شاهه عنايت شهيد جي تعليم مان ملي ٿو.

شاهه عنايت جي زندگيءَ جو اهم مقصد هي هو ته وڏ-ننڍائي يعني اوچ نيچ جو فرق مٽائجي، ماڻهن جي دلين ۾ الله ۽ سندس رسول جي محبت جو چراغ روشن ڪجي، ۽ قومي زندگيءَ جي

انهن صلاحيتن کي اڀارجي، جن جي ذريعي هڪ خوشحال ۽ شاندار آئندو وجود ۾ اچي، ۽ ان جو قيام ۽ استحڪام عوامي ڀلائيءَ ۽ بهبود جي ضمانت بڻجي.

## هزيمت جو داستان.

حاسدن ۽ ابن‌الوقتن جلد ئي شاهه عنايت کي تنگ ڪرڻ شروع ڪيو. ڪن سيدن، مولوين ۽ وڏيرن ان وقت جي نواب مير لطف علي خان کي شڪايت ڪئي ته ميرانپور جا فقير ڏلون ڏا اڪاڙين ۽ ماڻهن جو مال ڍڪ ۾ ڏا وجهن. مير لطف عليءَ ميان يارمحمد ڪلهوڙي کي لکيو ته هي معاملو اوهين نبيريو. ميان صاحب تر جي ٻيٺل ماڻهن جي چيڙ ساڻ ڪري اچي خانقاه کي گهيرو ڪيو. شاهه عنايت صبر ڪيو، پر ٻاهران زور وڌندو رهيو. تانجو هڪ رات فقيرن ڪاٺ جي هٿن واريون تراريون ڪڍي، دشمن تي شبخون هنيو. باطل جي مشترڪ فوج جا اوسان خطا ٿي ويا ۽ اچي منجهن ڀاڄڙ پئي. ايتري ۾ رات جي اونده سبيان، هڪ فقير جو پير ڪانيءَ ۾ اٽڪي پيو، جنهنڪري سندس زبان مان بي اختيار ”يا الله“ جو ڪلمو نڪتو. جيڪو ٻڌندي ئي، ساري جماعت ”الله-الله“ جو زور سان ورد ڪرڻ لڳي. فوجين کي اهو ٻڌي پڪ ٿي ته هيءَ فقيرن جي هٿين خالي جماعت آهي. سو واپس وريا، ۽ جماعت تي ڀرپور حملو ڪري، سوين پروانن کي شمع هدايت جي تجليءَ کان هميشه لاءِ دور ڪري ڇڏيائون. اهي فقير پر واري ”گنج شهيدان“ نالي اجتماعي قبرستان ۾ دفن آهن.

شاهه شهيد ۽ سندس فقيرن جو هڪ وڏي منظم ۽ مسلح لشڪر سان مقابلو هو. فقيرن وٽ وڙهڻ لاءِ ڪي هٿيار بارود يا گهوڙا ڪونه هئا. ان ڪري هنن موجوده دور جي گوريلا جنگ اختيار ڪئي. انهيءَ لحاظ کان، سنڌ جا اهي ٻهريان سورما هئا، جن پاڻ کان وڏيءَ طاقت جي مقابلي ڪرڻ لاءِ گوريلا جنگ ڪئي.

ميان يارمحمد ڪلهوڙي جي هن ’قهر ناحق‘ ۾ شرڪت جو ثبوت، سيد حسام الدين راشديءَ پنهنجي تاليف، ”منشور الوصيت“ جي ضميمي ۾ ڏنو آهي. هي اهي خط آهن، جيڪي جهوڪ جي واقعي سان تعلق رکن ٿا. انهن مان هڪ خط اهو آهي، جيڪو ميان يارمحمد پنهنجي پٽ ميان نور محمد ڪلهوڙي کي انهيءَ واقعي بابت لکيو هو. ازان سواءِ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجيءَ تاليف، ”شاهه عنات جو ڪلام“ ۾، ميين عنات جي بيتن ۽ ٻين روايتن جي آڌار تي اهڙي راءِ ظاهر ڪئي آهي.

انهيءَ شڪست جي نتيجي ۾ فقيرن جون زمينون ضبط ڪيون ويون، جيڪي پوءِ دهليءَ جي بادشاهه کي براه راست اپيل ڪرڻ جي نتيجي ۾ کين واپس مليون. جنهنڪري جماعت جو زور وري وڌيو.

مير لطف علي خان ۱۱۲۷ هجريءَ ۾ نئي مان تبديل ٿي ويو ۽ سندس جاءِ تي نواب اعظم خان آيو. جنهن لاءِ ”تحفة الڪرام“ واري لکيو آهي ته ”سندس دور نهايت منحوس هو. هڪ

ته امن امان ختم ٿي چڪو هو، ۽ پيو بک، افلاس ۽ خشڪساليءَ ماڻهن ۾ بي آرامي پيدا ڪئي هئي."

## شهادت جو پس منظر.

نئين صوبيدار وٽ حاسدن نئين نموني جون شڪايتون پهچايون. هڪ طرف ٺٽي جا عالم سگورا ۽ بلڙيءَ جا سادات هئا، ته ٻئي طرف شڪارپور مان ميان فقيرالله علويءَ ۽ تر جي پليجن، جتن، اربابن ۽ ڏاهن دانهن ڪئي — چي، شاهه عنايت صوفي بغاوت تي آماده آهي، هو آزاد حڪومت جا خواب لهي رهيو آهي، ۽ مغل اقتدار لاءِ خطرو آهي.

اعظم خان پنهنجن پيشڪارن ۽ متصدين جي مشوري سان، دهليءَ جي بادشاهه کان لشڪرڪشيءَ جي اجازت گهري. فرخ سير هو انڌ جي گهوڙي تي سوار، تنهن انهيءَ 'خون ناحق' جي اجازت ڏني. اعظم خان پهريائين ڏل گهري، جنهن کان فقيرن انڪار ڪيو، چو ته اهي زمينون سرڪاري طور ڏل-معاف ۽ عطيي طور خانقاهه کي ڏنل هيون. ميان يارمحمد پنهنجيءَ حڪومت کي مغلن وٽ مقبول ڪرڻ ۽ تر وارن زميندارن ۾ اثر رسوخ پيدا ڪرڻ جي خيال کان بيشمار فوج ڪئي، جيڪا سيويءَ ۽ دادر کان شور درياءَ تائين پکڙيل هئي. صوفي شهيد فقيرن کي اگرائي ڪرڻ کان منع ڪئي، تانجو مسلح فوج اچي خانقاهه کي گهيرو ڪيو، جيڪو چار مهينا هليو. آخر شاهه شهيد پنهنجي بي سروپا فقيرن جي جماعت سان گڏجي مقابلي لاءِ ٻاهر نڪتو. مقابلو نهايت سخت هو، ۽ فقير جان جي بازي لڳائي وڙهي رهيا هئا. سندن استقلال ۽ صداقت جي ازغيبي اثر فوج کي پست ڪرڻ شروع ڪيو. اعظم خان جي لشڪر جي سپهه سالار مير شهداد ۽ يارمحمد ڪلهوڙي جي پٽ ميان محمد خان قرآن ڪريم وچ ۾ آڻي، صلح ڪرائڻ خاطر، صوفي شهيد کي نواب اعظم خان سان ملڻ لاءِ راضي ڪيو. شاهه عنايت مير شهداد کي ٻڌايو ته اهو دوکو ۽ فريب آهي ۽ دشمنن طرفان هڪ سٽيل سازش. بهرحال، عام ماڻهن جي ڀلي ۽ خون خرابي کي روڪڻ خاطر، صوفي شهيد ٻئي ڏينهن نواب سان ملاقات ڪرڻ تي آماده ٿيو.

## عهد شڪنيءَ جو داستان.

شاهه عنايت اها رات حويليءَ کان ٻاهر، عبادت الاهيءَ ۾ گذاري. صبح جو ڳاڙهو ريشمي خرقو زيب تن ڪيائين. ڪمر ۾ ترار ٻڌي، ۽ سر تي مرشد طرفان ڏنل ٽوپي رکي، گهوڙي تي سوار ٿيڻ کان اڳ، جماعت کي پنهنجيءَ شهادت ۽ اضطراب جي خبر ڏنائين. جنهن تي جوش ايماني ۽ اضطراب روحاني جو بي پايان سمنڊ حاضرين ۾ موجزن ڏسڻ ۾ آيو. پاڻ صبر ۽ استقلال جي تلقين ڪري، نواب ڏانهن روانا ٿيا. اڃا رستي ۾ هئا ته ساڳيو مير شهداد، جنهن ڪالهه قرآن ڪريم تي صلح ڪيو هو، ڊوڙندو آيو. روبرو ايندي شرط پيرن تي ڪري معافي وٺڻ ۽ موٽي وڃڻ جون التجائون ڪندو رهيو. چي، نواب جي نيت ۾ فتور آهي. صلح

صفائيءَ جي ڪا ڳالهه ڪانهي، آڱلندو اوهان
جي جان خطري ۾ آهي. پر جڏهن هڪ پيرو
حق باطل کي پاش پاش ڪرڻ لاءِ پابرڪاب
ٿئي ٿو، ته پوءِ ان جو واپس ورڻ ناممڪن آهي.
اهڙو جواب صوفي شهيد به ڏنو. هو اعظم خان
جي دربار ۾ حاضر ٿيو، جتي سندس عزت ۽
تعظيم ۽ تڪريم ڪرڻ بدران آڱلندو کيس
محبوس ڪيو ويو. حق جي دشمن وٽ تعذيب
۽ اذيت جو سڀ کان وڏو حربو قيد خانن جون
ڪوٺڙيون آهن. مگر اعظم خان جي اها روش
فقير جي دعوت ۽ عزميت جي مقابلي ۾ بيڪار
هئي، ڇو ته جنهن دعوت جي صدا شهيد صوفيءَ
پنهنجي عمل ۽ قول ذريعي بلند ڪئي هئي،
سا ڪا نئين ڳالهه يا ديني تخريب ڪانه هئي،
پر انهيءَ دعوت کي دٻائڻ لاءِ هميشه نهايت
جبري ۽ قهري ڪوششون ٿينديون رهيون آهن،
مگر ان جي گونج وري وري اڀرندي ۽ دٻجي
وري اڀرندي رهي آهي— ۽ اهو عمل اڄ تائين
جاري آهي.

دهليءَ جي انحطاط پذير سلطنت ۽ ان جي
بي لغام، جابر ۽ عياش صوبيدارن سنڌ ۾ جيڪي
ظلم ڪيا هئا، تن جي ياد ڪڏهن به محو ٿي
نه سگهندي.

ڪلهوڙن مغلن جي اطاعت ڪندي پنهنجي
حڪومت مستحڪم ڪرڻ ٿي چاهي، پر مغلن
۽ ڪلهوڙن سردارن اهو اصول وساري
ڇڏيو ته حالتن جي ناسازي ۽ دشمن جي
عسڪري قوت، شهيد ازل کي سچ چوڻ ۽ سچ
ڪرڻ کان روڪي نه سگهندي.

## قيد هستيءَ مان رهائي.

جيڪڏهن اوهين پنهنجي سر کي جهڪڻ کان
۽ زبان کي ڳالهائڻ کان روڪيندا، ته سچائيءَ
جو فرشتو پنهنجي فولادي چنبن سان اوهان کي
ڪيرائي ڇڏيندو، ۽ حقيقت جو هاتف، اوهان
جي حلق ۾ ويهي، اوهان جي زبان کي مدهوش
۽ بي اختيار آدميءَ وانگر کولي وجهندو. سچائي
جڏهن پنهنجي شاهدي پٿرن کان ڏياري سگهي
ٿي ۽ وڻن کي زبان عطا ڪري سگهي ٿي، ته
پوءِ انسان جو روح ۽ زبان انهيءَ فرمان قضا
کان ٻاهر ڪيئن رهي سگهن ٿا؟ دنيا ۾ ڪامل
طاقت ۽ بيباڪ حڪم فقط سچائيءَ جو آهي— يا
ٻيءَ طرح چئجي ته حُسن جو. شهيد عنايت ۾ اهي
ٻئي خوبيون آتم درجي جون هيون. هو حُسنِ خير
۽ ڪامل سچائيءَ جو علمبردار هو، ۽ ان لاءِ
جان قربان ڪرڻ لاءِ به تيار هو.

سرڪاري جلاد پنهنجي فرض منصبي پوري
ڪرڻ لاءِ تيار هو. پاڻ اُٿيا. حمد ۽ درود کان
پوءِ ٻه رڪعتون نماز شڪرانو ادا ڪيائون، ۽
جلاد کي ڪجهه رقم انعام طور ڏيندي، هي
شعر چيائون:

رهانيدي مرا از قيد هستي،
جزاڪ الله في الدارين خيرا.

اهڙيءَ طرح اهو "گُل سرسبد"، جنهن جي
مهڪار سنڌ جي گلستانن ۽ ريگستانن ۾ هڪ ٿي
طرح گهمندي هئي، سو نامهربان ۽ نادان باغبان

(حاڪم) جي هٿان شهيد ٿي ويو! هي دل ڏاريندڙ واقعو ۱۱۳۰ھ ۾ پيش آيو.

### "آه مظلوم حق."

جنهن مرد خدا ڪڏهن به صبر، تحمل ۽ رضا جو دامن نه ڇڏيو، تنهن جي تاريخ وفات، مير علي شير قانع، اهڙيءَ طرح ڪڍي آهي جو اها صوفي شهيد کان پوءِ رونما ٿيندڙ واقعن جي ڇڙڪ بشارت هئي.

اها "مظلوم حق جي آه" هئي جو هڪ سال اندر ميان يارمحمد ڪلهوڙي لاڏاڻو ڪيو، ۽ کانئس پوءِ ميان نورمحمد وارو دور، افراتفري ۽ ٻاهرين جي گاهه بيگاهه حملن سبب، قتل ۽ غارتگريءَ ۽ عوامي بيوسيءَ جو مثالي نمونو بڻيو. اهو صحيح آهي ته ميان نورمحمد پاڻ کي مغليه ۽ افغاني تسلط کان آزاد ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اها جدوجهد باتدبير ڪين هئي. جنهن حڪومت جا بازو ڪمزور هجن، سا محض مڪاني اثر ۽ جذباتي نعري بازيءَ سان قائم رهي نٿي سگهي. نتيجي طور، جڏهن احمد شاهه ابداليءَ سنڌ تي حملو ڪيو، ته ميان صاحب ريگستان ڏانهن ڀاڄ ڪاڍي ۽ اتي ئي لاڏاڻو ڪيائين. کانئس پوءِ سنڌ خانه جنگيءَ جي چڪتاڻ ۾ تباهه ٿيندي رهي، تانجو غلام شاهه ۱۷۵۸ع ڌاري پڪيءَ طرح سنڌ جو "شهزادو" بڻيو. سندس حڪومت عوام پروريءَ ۽ عوامي خوشحاليءَ جي ڪري سڀني تحسين جوڳي سمجهي وڃي ٿي. پر اها به حقيقت آهي ته سندس ئي دور حڪومت ۾، انگلش سؤ سال اڳ ٺٽي ۾ ٿيل انگريزي فيڪٽري وري نئين سر کولي ويئي، جنهن جو ڪم ان وقت واپار شروع ڪرڻ جو نه هو، پر سنڌ بابت مڪمل معلومات حاصل ڪري، انگريزي اقتدار جي توسيع جو پروگرام مرتب ڪرڻ هو. جنهن سلسلي ۾ اڳ ئي ڪپتان هئملٽن هڪ خاص مشن سان هتي آيو هو. باقي رهيو اعظم خان، سو نئين جي صوبيداريءَ تان معزول ڪيو ويو، ۽ پوءِ ذلت ۽ رسوائيءَ جي عالم ۾ مري ويو. فرخ سير کي پڻ سيد ڀائرن معزول ڪري قيد ڪيو. سندس اکيون بيرحميءَ سان ڪڍي کيس قتل ڪيو ويو. سندس قتل جو سال "فاعتبروا يا اولي الابصار" مان نڪري ٿو. کانئس پوءِ مغليه سلطنت کي اهڙي اڇي لڳي جو بادشاهتن جي تاريخ ۾ ان جهڙي ذلت ۽ رسوائي ٻي ڪنهن حڪومت جي نه ٿي آهي.

اهي ته آهن تاريخي حقيقتون، پر هيءَ جو هزارين زائرين هر سال جهوڪ شريف ۾ اچن ٿا، تن ڪڏهن صوفي سڳوري جي شهادت جو راز ۽ ڪارڻ سمجهيو آهي؟

ڪسي ڪ محرم باد صبا ست، مي داند
ڪ با وجود خزان بوئے ياسمن باقيست.

# ڏُبي جي لڙائي

مرزا عباس علي بيگ

١٧- فيبروري ١٨٤٣ع تي، جمعي ڏينهن، مياڻيءَ واري مشهور لڙائي ٿي. هيءَ آها منحوس تاريخ هئي، جنهن تي سنڌ جي آزادي سؤ سالن کان به مٿي عرصي لاءِ کسجي وئي. ٦١ سالن جي پوڙهي سر چارلس نيپئر، پنهنجي زندگيءَ جي تجربي سان عياري ۽ دوکيبازي ڪري، سنڌ جي ساده لوح حاڪم مير نصيرخان کي سندس سؤٽن، پٽن، پاڻٽين ۽ پائرن سميت قيد ڪيو. ميرن تي مياڻيءَ جي شڪست جو اهڙو ته اثر پيو جو سندن دفاع ۽ مقابلي جون سموريون تدبيرون مات ٿي ويون.

مياڻيءَ واريءَ جنگ جي ڏينهن ميرپور جو والي مير شير محمد خان به اچي ويجهو پهتو هو، پر آئوٽرام اٽڪل ڪري کيس پٺتي موٽايو. ٿڪايل انگريزي فوج تي بروقت مير شير محمد خان حملو ڪري ها ته شايد معاملو سندن فائدي ۾ ٿئي ها. ان هوندي به، کيس يقين هو ته سر چارلس نيپئر مير صوبدار خان کي حيدرآباد جو والي مقرر ڪندو. پر حيدرآباد جي قلعي ۾ ڦرلٽ وقت جڏهن مير صوبدار خان به گرفتار ٿيو، تڏهن مير شير محمد خان کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ مير نصيرخان جي پاڇائي، مير نور محمد خان جي بيگم، کان هڪ لک رپيا آڌارا وٺي، لشڪر گڏ ڪرڻ لڳو. تنهن کان سواءِ مياڻيءَ واريءَ لڙائيءَ کان شڪست کاڌل بلوچ سپاهي به ويا ٿي وٽس گڏ ٿيندا. اها حالت ڏسي نيپئر کي ڏاڍي تشويش ٿي، ۽ متاثر ٿي مير شير محمد خان کي ٣- مارچ تي لکي موڪليائين ته تون شڪست کاڌل بلوچ سپاهين تي ڀروسو ڪري ۽ فوج کي گڏ ڪري رهيو آهين، سا سراسر تنهنجي غلطي آهي، تنهنڪري نيڪ صلاح اها آهي ته حيدرآباد ۾ اچي منهنجي پيش پؤ، ورنه توکي سخت سزا ڏني ويندي. پر مير شير محمد خان کي حيدرآباد جي ميرن سان ٿيل هلت جي سچي خبر هئي، سو ڪيئن اچي پيش ٿئي ها؟ انهيءَ وچ ۾ مير شير محمد وٽ ويهه هزار سپاهي اچي گڏ ٿيا هئا. سر چارلس نيپئر اها وحشت اثر خبر پڌي، خط جي ذريعي لارڊ ايلنبرو کي سمورين حقيقتن کان آگاهه ڪيو، جنهن فيروزپور ڇانوڻيءَ کان توبخانو ۽ پياده فوج سنڌ ڏانهن موڪلي. تنهن کان سواءِ هن سکر مان رزرو فوج گهرائڻ جو بندوبست ڪيو، ۽ بمبئي سرڪار کي بحري فوج موڪلڻ لاءِ به لکيو. نيپئر کي آهستي آهستي گرم موسم جي وڌڻ جو به خوف

هو. پڻ مير شير محمد جي مقابلي لاءِ ڪافي
فوج نه هئڻ سبب، نيپئر کي امدادي فوج جي
انتظار ۾ لاچار ترسڻو پيو. ان ڪري، پنهنجي
آسانيءَ لاءِ، اها مرضي هيس ته مير شير محمد
حيدرآباد جي ويجهو اچي جنگ ڪري ته چڱو.

آخر ۱۵- مارچ تي مير شير محمد خان،
حيدرآباد کان ۱۲ ميلن جي مفاصلي تي رسي،
نيپئر ڏانهن پنهنجي ايلچيءَ هٿان پيغام موڪليو
ته جيڪڏهن تون مال غنيمت واپس ڪندين ۽
قيدي ميرن کي آزاد ڪندين، ته آءٌ بنا شرطن
جي توکي ملڪ ڇڏي وڃڻ جي اجازت ڏيندس.
سفيرن جيئن اهو پيغام پهچايو، تيئن انگريز ڇانوڻيءَ
مان شام جي توب جو آواز نڪتو. نيپئر توب
ڏانهن اشارو ڪري ايلچين کي چيو، ”اهو آهي
منهنجي طرفان اوهان جي پيغام جو جواب.“ اهڙو
سخت جواب ٻڌي، غيرت کان مير شير محمد خان
اڃا به وڌيڪ سپاهين جي ڀرتي ڪرڻ لڳو.
نيپئر پڻ ڪئپٽن اسٽنڪ جي فوج جو منتظر هو،
جا سکر کان حيدرآباد اچڻي هئي، جنهن ۾ ۱۵۰۰
سپاهي ۽ ۵ توبون هيون. پر ان کان اڳ ڪيس
۱۸- مارچ تي سکر مان ٻيڙن ۾ ۲۱- ديسي پياده
فوج پهچي وئي. تنهن هوندي به هو مذڪوره
فوج جي اچڻ جو منتظر هو. نيپئر ۱۸- مارچ تي
روزنامچي ۾ لکيو آهي ته ”مير شير محمد خان
هن وقت ٽنڊي چام ۾ جنهن هنڌ منزل انداز
آهي، اهو هنڌ مقابلي ڪرڻ لاءِ مياڻيءَ کان به
ڏکيو آهي.“ هن حيدرآباد جو قلعو بحري فوج
جي حوالي ڪري، انهن جي مدد لاءِ مير
عليمراد خان ۽ آغا حسنعلي خان جي ماڻهن
کي ٻن توبن سان ڇڏيو. پڻ قيدي ميرن کي
ڇانوڻيءَ مان ڪڍي هٿيار بند جهازن ۾ رکيو
ويو، جي بحري فوج جي نگرانيءَ هيٺ هئا.
اتي مٽيارين وٽ روهڙيءَ کان ڪئپٽن اسٽنڪ
به اچي رسيو. اگرچ ڪيس ميجر ڪليبارن لکي
موڪليو ته ”جتي هجين، اتي ترسي پئه“، پر
جنرل ڪيس اڳتي وڌڻ لاءِ حڪم ڪيو. هيڏانهن
سکر کان پياده فوج ۽ توبخانو درياهَ رستي اچي
حيدرآباد ۾ لٿا. هاڻ نيپئر وڌيڪ فوج جو انتظار
ڪرڻ مناسب نه سمجهي، پنهنجيءَ فوج جو معائنو
ڪيو، جنهن ۾ پنج هزار پياده سپاهي، هڪ
هزار هڪ سؤ سوار ۽ سترهن توبون هيون. فوج
جو معائنو ڪندي، مير شير محمد خان جا سفير
وٽس آيا، جن مير صاحب جي اڳيان جنرل کي
پيش پوڻ لاءِ چيو. جنهن تي جنرل پنهنجيءَ
فوج ڏانهن اشارو ڪندي چيو ته ”جيڪي ڏسو
ٿا، سو وڃي پنهنجي مير صاحب کي ٻڌايو.“
لڙائيءَ واريءَ رات جنرل ٻي بجي رات تائين
انهن سفيرن سان ڳالهيون ڪيون، پر وري ڪجهه
به نه. جنرل، مير شير محمد بابت سوچيو ته هو
ٽنڊي چام، دُٻي يا هوسڙيءَ ۾ ڪنهن به هنڌ
منزل انداز هوندو. تاريخ ۲۳- مارچ جي شام جو
جنرل پنهنجيءَ فوج کي ڦليليءَ طرف ڪوچ جو
حڪم ڪيو. تاريخ ۲۴- جي صبح جو ساڻس
ٻي فوج به اچي ملي، جنهن ۾ پياده سپاهي ۽ توبخانو
هو.

جنرل جي فوج جي هراول دستي جو سربراهه

جيڪب هو، جنهن حيدرآباد جي آپرندي طرف ڪوچ ڪيو. ڪيس رستي ۾ خبر پئي ته مير صاحب ٽنڊي چام جي بدران، ٢ ميل پري منزل ڪئي آهي. نيپئر جيڪب کي رخ ڦيرائڻ لاءِ حڪم ڪري، پاڻ به سندس پويان روانو ٿيو. پر جيڪب کي عجلت سان مير شير محمد جي منزل جي خبر پئجي وئي، جا پوزيشن اتر کان ڏکڻ طرف ٿي وئي. جيڪب پنهنجي فوجي رسالي سان بلوچن جي سامهون پهچي، نيپئر کي لکي موڪليو. ليڪن هينئر فوج مياڻيءَ واريءَ فوج کان نرالي انداز ۾ هئي. انهيءَ وچ ۾ بلوچن جيڪب جي فوجي رسالي تي ١١ توبن سان هڪ ٿي وقت ۾ گولن جو وسڪارو ڪيو. نيپئر به اچي آتي پهتو. دبي جي لڙائي مياڻيءَ جي لڙائيءَ کان مختلف هئي. مير صاحب جي فوج مُدبر ۾ ديرينه پئي لڳي. بلوچ سپاهي اٽڪل ٢٠٠ وال انگريزي فوج کان پري هئا. نيپئر مير صاحب جي فوج ۽ لڙائيءَ جي ميدان کي چڪاسڻ لاءِ ليفٽيننٽ برائون، ڪئپٽن هيل ۽ ميجر وڊنگٽن کي موڪليو، جن بندوقن جي مقابلي ۾ پوري معلومات حاصل ڪري، نيپئر کي اطلاع ڏنو. جنهن تي نيپئر توبخاني کي اڳتي وڌڻ جو حڪم ڏنو. انگريزي فوج هيٺينءَ ريت صف آرا هئي:

سڄي پاسي: ٢٥- بمبئي، ١٢- بمبئي پياده فوج ۽ توبون، جن سان گڏ چيڙي تي
٣- بمبئي لائيٽ سوار سپاهي ۽ سنڌ هارس.

سامهون: ٢٢- ريجمينٽ ۽ ١١ توبون.

کٻي پاسي: پونا مددي سپاهي ۽ ٩- بنگال لائيٽ سوار فوج.

بلوچ سپاهي به مياڻيءَ واري ميدان کان مختلف ۽ نئين انداز ۾ بيٺل هئا. نيپئر لڙائيءَ جي ميدان کان متاثر ٿي، بلوچ سپاهين تي گولن جي برسات وسائڻ جو حڪم ڪيو. مير شير محمد خان جي فوج ۽ توبخانو به وڌو ڪم ڪري رهيو هو. پر اوچتو انگريزي گولا مير صاحب جي بارود جي مٿان اچي ڪريا، جنهنڪري ڪيترائي بلوچ سپاهي مرندا پئي ويا ۽ فوج جي صفن ۾ بيترتيبي ٿيڻ شروع ٿي. اتي مير صاحب انگريزي فوج جي کٻي پاسي اچا پنهنجي پيهڪ ٿي نه ڪئي هئي ته نيپئر ڦليليءَ جي پريان هڪ کوٽ سمجهي، سوارن ۽ توبخاني کي اوڏانهن وڌڻ جو حڪم ڏيئي حملو ڪرايو. پر بلوچن جي بهادري ڏسي، پٺتي موٽيا. اهڙيءَ نازڪ حالت ۾، ڪئپٽن ليسليءَ مير جي فوج جي کٻي پاسي ۽ وچ تي حملي ڪرڻ لاءِ وڌي انگريزي توبخانو سنڀاليو، جنهنڪري مير صاحب جي فوج جو وچيون حصو هنن جي گولن جو نشانو ٿيو. اتي مير صاحب جي فوج جا ماڻهو وچ سان نڪري ساڄي پاسي ٿيا، جنهن تي نيپئر هنن جو وچ وارو حصو مضبوط نه سمجهي مٿن حملي جي تياري ڪئي. پياديءَ فوج کي حڪم ڏنو ويو ته کٻي پاسي بلوچن تي حملو ڪن. ٣- سوار فوج ۽ سنڌ هارس کي حڪم ٿيو ته پياده فوج جي مدد لاءِ تيار رهن. اتي ٢٢- پياده فوج ۽ گهوڙن جو توبخانو به اڳتي

وڌيو. هيءَ اها فوج هئي، جنهن ميانيءَ واريءَ لڙائيءَ ۾ ناموري حاصل ڪئي هئي. اتي ناريجن جي ڳوٺ مان بلوچ سپاهين انگريزي فوج تي جوابي حملو سخت بندوقبازيءَ سان، وڏڙي مينهن وانگر شروع ڪيو. ان سان انگريزي فوج جي لائيٽ ڪمپنيءَ جو اڌ حصو مارجي ويو. نيپئر هن مصيبت خيز منظر کي ڏسي، حملي کي ڦيرائڻ تمام مشڪل سمجهيو. ڪيس خبر پئي ته سندس ساڄي پاسي واري سوار فوج حملي ڪرڻ لاءِ تيار آهي. نيپئر آن جي معائني ڪرڻ لاءِ اڃا اڳتي وڌيو ته ان وچ ۾ مير صاحب جي فوج، بندوقبازي بند ڪئي. جيتوڻيڪ هارس فورس وچ ڏانهن وڌيو، پر بلوچن تي قبضو ڪري نه سگهيو. اتي يقين ٿيو ته بلوچ پنهنجي انهيءَ پوزيشن کي هٿ مان نه ڇڏيندا. جنرل حالتن کان بيحد متاثر ٿي ڏاڍو گهبرائجي ويو. اتي مرضي ٿيس ته بلوچ فوج کي منتشر ڪريان — سندس اها چالاڪي اڳتي هلي ڪارگر ٿي.

بلوچ فوج جو وڏو حصو ڪئپٽن ليسليءَ جي حملي سبب، وچ ڇڏي، ڪنهي پاسي وڌيو. برٽش فوج وڃي، وٺي بلوچ فوج کي پنهنجي حملي سان مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو. جان جيڪب، ڪئپٽن ڊيلامين ۽ ڪئپٽن اسٽيڪ پنهنجن سوارن سان اڳتي وڌيا، پر فوج کي خطري ۾ ڏسي، جلدائيءَ سان ڦليليءَ جو پيٽ لتاڙي، مٿي چڙهي، پٺي ڪناري تي پهتا ته مير صاحب جي کاٻي طرف واريءَ فوج کي سامهون ڏٺائون. هنن ٽنهي فوجي عملدارن ميانيءَ جي ميدان ۾ پنهنجي بهادري ڏيکاري هئي. بلوچ سپاهين تي هنن اهڙو ته اوچتو ۽ تيز حملو ڪيو جو ڪين هٿيار سنڀالڻ به مشڪل ٿيا، ۽ انگريزي گهوڙيسوار بلوچ سپاهين جي وچ واري حصي ۾ وڃي پهتا، جنهنڪري هو سڄي ۽ کٻي پاسي منتشر ٿي ويا — بلڪ بلوچ فوج سموري بيترتيب ۽ تباهه ٿي وئي.

هاڻي برٽش فوج مير صاحب جي سوارن تي حملو ڪيو. نيپئر کي پڪ ٿي ته جيڪڏهن اهو حملو ڪامياب ٿيو ته فتح يقيناً سندس ٿيندي. ان وچ ۾ انگريزي گهوڙن جو توپخانو پياديءَ فوج جي مدد لاءِ وڃي رسيو. ليفٽيننٽ سمٿ جو انهن جو سالار هو، سو ان وقت ته مارجي ويو، پر ناريجن جي ڳوٺ وارو رستو کولي ويو. جنرل ٢٢- نمبر فوج کي پنهنجيءَ ڪمان ۾ ڪيو. اتي فوج مياڻن مان تلوارون ڪڍي، اڳتي وڌي، دست بدست لڙائي شروع ڪئي. بلوچ ڏاڍو بهادريءَ سان وڙهيا. مير شير محمد خان خود بهادريءَ سان تلوار هلائي رهيو هو. نظاماڻي ۽ لغاري قوم جا بهادر سپاهي پنهنجا سر ترين تي رکي پئي وڙهيا. نيپئر جي ٢٢-نمبر فوج جي مدد لاءِ ٢٥- نمبر فوج به اچي رسي، ۽ گهمسان جي لڙائي هلي رهي هئي. بلوچ سپاهين پنهنجي غيرت ۽ وفاداريءَ سبب سر ٽوڙ مقابلو ڪيو. سندن توپخانو پڻ حرڪت ۾ آيو، جنهن سبب ٢٢- نمبر فوج جا ڪيترا سپاهي مارجي ويا، پر سندن ڪرڇن به ڪيترا بلوچ سپاهي ماري وڌا. هاڻي فتح جو انحصار انهيءَ وچ واري مقابلي تي هو. جيتوڻيڪ برٽش فوج

ڪمزور ٿي، پر بلوچ سپاهي به نه آهڙي سگهيا. ايتري ۾ هيٽ جي سالاريءَ هيٺ ٢٥-نمبر توبخاني اڳتي وڌي مير صاحب جي توبخاني تي قبضو ڪيو. هيٽ جي پٺيان وهنليءَ جو توبخانو به اچي رسيو.

هوش محمد شيدي قمبراڻي، مير شير محمد خان جو سپهه سالار ٿي، پنهنجن ساٿين سان لڙائيءَ جي ميدان ۾ وڏي بيجگريءَ سان وڙهي رهيو هو. هوش محمد پهرين مير صوبدار خان جو خاص نوڪر هو. مير کي مياڻيءَ واريءَ لڙائيءَ لاءِ گهڻو ئي آماده ڪيائين، پر مير صاحب جي نه هلڻ ڪري، کيس ڇڏي، پنهنجن ساٿين سميت، مياڻيءَ ۽ دبي جي لڙائين ۾ هن پنهنجو خاص ڪردار ادا ڪيو. نيپئر هوش محمد بابت لکي ٿو ته ”مياڻيءَ ۽ دبي وارين لڙائين ۾، هڪ سپهه سالار جو ساراهه جي لائق آهي، تنهن پنهي لڙائين ۾ ڄڻ روح ڦوڪي ڇڏيو. هوش محمد شيدي، حبشي غلام، دل جو بهادر هو. هي ۽ سندس پاڻر جي ميرن جا خاص نوڪر هئا، مياڻيءَ جي لڙائيءَ کان پوءِ پاڻ کي اسان جي سپرد ڪرڻ بجاءِ وڃي مير شير محمد سان مليا. هوش محمد دبي جي لڙائيءَ ۾ بهادريءَ سان وڙهندي، ٢٢- ريجمينٽ جي ڪرچن سان مارجي ويو. دراصل هوش محمد جي شهيد ٿيڻ کان پوءِ دبي جي لڙائيءَ ۾ مير شير محمد خان لاءِ شڪست جا آثار نمودار ٿيا، ان ڪري ڪيترا ئي بلوچ گهوڙيسوار ميدان ڇڏي ڀڄي ويا.“

درحقيقت لڙائي ختم ٿي چڪي هئي، پر ناريجن جي ڳوٺ مان بلوچن انگريزن تي برابر پئي توبزني ڪئي. ايتريقدر جو نيپئر جي اڳيان اچي گولو ڪريو، جنهن کان هو خوشقسمتيءَ سان بچي ويو. ڪئپٽن ليسلي نهايت دليريءَ سان ناريجن جي ڳوٺ ۾ پنهنجي فوجي دستي سان گهڙي پيو. بلوچن گهڻيئي پنهنجي بهادري ڏيکاري، پر سندن آخري پناهگاهه، ناريجن جو ڳوٺ هو، سو به وڃائي ويٺي پيا. ناريجن جو ڳوٺ تباهه ۽ برباد حالت ۾ انگريزن جي قبضي ۾ اچي ويو.

لڙائيءَ ۾ فتح ٿيڻ سبب، انگريزي فوج نيپئر کي سندس مرحبا ۾ ٽن خوشيءَ جي آوازن سان مرحبا ڪئي. مرزا عطامحمد شڪارپوري، جو اُن زماني ۾ موجود هو، پنهنجي ڪتاب ”تازه نواي معارڪ“ ۾ دبي واري لڙائيءَ بابت لکي ٿو ته مياڻيءَ واريءَ لڙائيءَ کان پوءِ حيدرآباد جي ميرن کي نيپئر جڏهن قيد ڪيو، تڏهن ميرپور جو والي مير شير محمد خان پنهنجي وڏيءَ فوج ۽ توبخاني سان نيپئر جي مقابلي لاءِ حيدرآباد روانو ٿيو. انگريزي فوج به آئي، ۽ وڏي مقابلي واري جنگ لڳي. پهرين هوش محمد ميدان ۾ آيو. جيتوڻيڪ ساڻس هڪ فوجي دستو هو، جنهن وڏي بهادري ڏيکاري، پر هوش محمد لڙائي ڪندي شهيد ٿيو. جنهن کان پوءِ مير غلام علي ابن مير عبدالله ٽالپر، رحيم خان ٽالپر، ڪمال خان مري ۽ نوحاڻي بلوچ ٽن سون سپاهين سميت ميدان جنگ ۾

وڏي جوش ۽ خروش سان وڙهيا. انگريزي فوج جو چڱو حصو ختم ڪيائون، جنهن ڪان نيپئر ڪاوڙ ۾ اچي پنهنجي مٽي جا وار پٽڻ لڳو. انهيءَ وچ ۾ انگريزي فوج درهم برهم ٿي وڃي ها، پر اوچتو اچي طوفان لڳو. محمد خان ٿوڙهو، جيڪو انگريزن جي صلاح موجب ميرشيرمحمدخان سان ميدان جنگ ۾ آيو هو، تنهن طوفان وقت مير صاحب جي بارود کي غداريءَ سبب باهه ڏئي ڇڏي. پوءِ هو پاڻ ۽ خان محمد ابن مير غلام علي خان ٽالپر ۽ غلام محمد لغاري، ٽيئي واهه وارو ترو ڏئي وٺي ڀڳا، جنهن ڪان لشڪر ۾ پريشاني ٿي، ۽ مير شير محمد خان به اها حالت ڏسي، ميدان کي ڇهن توبن سميت ڇڏي وڃي نصرپور نڪتو.

لڙائي ڪل ٿي ڪلاڪ هلي. ١٢ بجي جڏهن سج پنهنجو ڪمال طي ڪري پوئتي هٽيو ته ميرن جي اقبال تي اچي زوال قبضو ڪيو. ميرشيرمحمد خان پهرين ميرپور ۽ پوءِ عمرڪوٽ ويو. ٤-اپريل تي ليفٽيننٽ برائون عمرڪوٽ فتح ڪري قلعي ۾ داخل ٿيو، ۽ ٨- اپريل تي نيپئر به موٽي حيدرآباد آيو. عمرڪوٽ جي فتح ڪان پوءِ سموري سنڌ انگريزن جي قبضي ۾ اچي وئي. آگسٽ ١٨٤٣ع ۾، سنڌ کي برٽش انڊيا حڪومت سان ملايو ويو، ۽ سنڌ جو پهريون گورنر سر چارلس نيپئر کي بنايو ويو.

منشي آوتراءِ پٽ صاحبراءِ آزاد ملڪاڻي، مير صوبدار خان جو منشي هو. مياڻيءَ واريءَ لڙائيءَ جي فتح ٿيڻ واري ڏينهن، ١٧- فيبروري ١٨٤٣ع تي، شام جو، آوتراءِ مير صوبدار خان طرفان سونن ٿالهن ۾ مٺايون ۽ سوغاتون نيپئر ڏانهن کڻي ويو هو. تنهن سال ١٨٩٦ع ۾، وڪٽوريا لئبرري حيدرآباد لاءِ "ميرن جي صاحبيءَ جي آخري ڏينهن جو احوال" لکيو هو، جو ١٩٣٨ع ۾ راءِ بهادر هوتچند ڇپايو. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ صفحي ٦١ تي ڏُٻي جي لڙائيءَ بابت تمام مختصر احوال ۽ آنڌي مڱڻهار جا سُرندي تي ڳايل بيت ڏنل آهن. انهيءَ احوال جو مطلب مير عطامحمد شڪارپوريءَ جي احوال سان لڳ ڀڳ ملي ٿو. اهو هيٺ ڏجي ٿو.

## ڏُٻي جي جنگ

ناريجن وٽ ڏُٻي جي لڙائي ميرشيرمحمد ميرپورخاص واري سان لڳي، جنهن ۾ مير شيرمحمد ۽ شيدي هوش محمد قمبرانيءَ ڏاڍي سورهيائي ڏيکاري. هيت قلعي ۾ جا هڪ قبر آهي، سا هوش محمد جي آهي، جنهن توب سان وڙهندي سر ڏنو، ۽ سا قبر آتي رکائي ويئي هئي، پر ٿورن سالن کان ملٽريءَ وارا کڻائي ويا آهن.

جرنيل جوڌو جوان هو کڻي منزل وڏائين،
مٿي شيرمحمد مير جو، وڃي توفون ڪنيائين،
جنگ ناريجن شهر ۾، آئي ڏنائين.

مرد چڙهيو ٿي ميرپور کان، ڪري ڳالهه ڳهي،
بانڪا باشا شيرمحمد سان، چڙهيا ڪتونڪ ڪهي،
اچي ڪڙهن ڪپڏارڻ، ڪيو ناريجن لهي.

شيرمحمد جبل هو، مير ڏاڍو ڏونگر مير،
ايندي ئي انگريز جا، اچي ڏڪ ماري
ڪيائين ڍير.

فيصل ڪيو فلنگيءَ جي، ميرشيرمحمد اچي،
آيس بادل بحر جا، ڪا مٿان رڪ رچي،
لڙائي سورهيه شيرمحمد جي، ڪندو ڪونه
ڪچي.

احدي پٽ عليمراد جو، هو سدا سوپارو،
هٿي ٿو هڪلون ڪري، "مارو، ڙي مارو!"،
آئلائي انگريز جو وڏو، شيرمحمد پارو،
رڱي هليو رت سان، قابليءَ ڪپ سارو،
سر بچايائين پنهنجو، مير هو سدا سوپارو.

هلي هوش محمد آيو، ڪري قنبراڻي ڪاهه،
ايندي ئي آڙن ۾، ڪهوٽ وڇايا ڪهاوَ،
قلوبان ڪڙو ڪيو، شيديءَ پنهنجو ساهه،
سؤ لشڪر سان، شيدي ماريو، ميارمٿس ناهه،
سوڀون هٿ الله جي، جنين ڏني ٿو شاهه،
مرد مُڙيائي ڪينڪي، واه خانن جي واهه.

( مولراج مهتي ڪين ڪهٽايو، پيئو مرد مچي،
جنگ اڙيائين ملتان، تنهنجي ڪندو ڪونه
ڪچي،
مولراج ٿيو ملڪن ۾، مهتي مرڪي سڀ
ملهايا،
هي پلڪون مولراج جون، ٿو آهي حيدرآباد
پڌايان.)

اِت لغارين اڙيون چيتايون، ٿوڙهي جا ڏس
پرڪار.

اڳ ۾ نواب ٿوڙهو پڳو، منهن سائو مردار،
ٿوڙها مڙيئي خوار ڪيائين، بيهودي بدڪار،
ڪوڏيءَ ڪم نه آيو، مير جا ڪاڏائين لک
هزار،
احمد خان لغاريءَ جا، پڇو ته ڏيانوَ پار،
نه ڪا مچ منهن ۾، نڪو ڏاڙهيءَ وار،
ڪوڙي عليمراد جا، روهه وڪاڻا پار،
ننگ جي پيس ڪانه ڪا، سڄ ڪوڙهئي
جا پار،
پاءُ رلايائين پنهنجا، پيا پار رلايائين ڌار.

شاعر ڪندا سچيون، ته توڙي ڏمرجن،
ته موران ڪنهن مرد جا، شل قول نه ڪوڙا
ٿين،
ڪچي ڪپٽ جا، تا پورا پار ڏجن.

غلام محمد لغاري پڳو، ڪنهنبري چتائي،
ڪهڪهو ڏيوس ڪوجرو، پي چٽي چٽائي،
پانهين ڏيوس پانهن ۾، چڱي چيرائي،
نٿ ڏيوس نڪ ۾، پيو بولو بنائي،
ڪيائين ئي قول مير نصير سان، ويو گيدي
گسائي،
شاعر پنهنجي مير کي، ٿو سچ ٻه ڪالهائي،
ڪرڪي خان محمد پڳو، چڏي محل مڪان،
چي ترار پڌڻ ڪان توبهه ڪيم، جيسين رب
جياري،
ڏنائين لاهه لين تان، پٽي ڪين نهاري.

دوست علي گتو ڪپ ۾، ڏٻا ڪن ڪري،
چيائين احمد خان کي، 'ماما، لڙي پٺوڻ پيلي،
پڌي ماءُ قليليءَ ۾، تنو سنڌه ويلي.

دوست محمد پيڙائي پڳو، لڙهيو سنجهه درياهه،
ٽڪو رکيائين عرض جو، ’ادا، واهي ڏيندو شاهه!

جهانخان محمود جو پڳو، ڪانئر ڪين ڪم آيا،
لاغ لڪي، پڳو چڪي، پير پٺيءَ تي نه پايا،
گندي جيڏي گنب وجهيو، ڪايو ڪاچ وڇايا،

غلام شاهه ڪنياڻ هو، جنگ ۾ تنهن ويلي،
لشڪر لاڪيڻي سان پڳو، رڻ وانگر ريلي.

اتي ڪجين واري باغ ۾، ڪليا ڪنٺهار،
تنبن تماشا لايا، گلن جي گلڪار،
دميون چاڙهن ديگڙا، پرسن ڪي پچار،
ڪايو خان خوشيءَ سان، ڏاڍا ڪن ڏهڪار،
پورن ۽ بانڪن جا، گهوڙ چڙهيا هسوار.

شهدادپور جي ڪامپ ۾، ٢١ هزار سڄڻ،
وٺيو اچن مير شيرمحمد کي، پيا وريو روز وڻن،
ڏسيو تئو ترار جو، تا گيدي گيسيون ڪن،
اهي مرد، علي چوي، پڏي چوڻ مرڻ!
تازيءَ چابڪ هڪڙو، تا ٽنونءَ ٽيهه لڳن،
سارا هم ڪر سهواڻ جي، چڏگيدين جي گفتار،
پڌائيندو پاڳ سنڌ جي، شير محمد کي،
صاحب رب ستار.

## بقايا: انقلابي سدارا

انهن ۾ ذهين ۽ لائق ٻارن کي مفت تعليم ڏني ويندي.

١-آڪٽوبر ١٩٧٢ع کان اٺين درجي تائين، ۽ ١-آڪٽوبر ١٩٧٤ع کان مئٽرڪ تائين مفت تعليم ڏني ويندي. ١٩٨٠ع تائين سمورا ٻار مفت پرائمري تعليم حاصل ڪري سگهندا. بلڪ ڪتاب ۽ ڪاپيون به حڪومت مفت مهيا ڪندي.

بالغن جي تعليم لاءِ سڄي ملڪ ۾ ڏهه هزار تعليمي مرڪز ۽ پنجاهه هزار لئبرريون قائم ڪيون وينديون. تعليم کي عام ڪرڻ جي ڏس ۾ ٻيا ممڪن اپاءَ به ورتا ويندا.

ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ نوان سائنسي ۽ فني شعبا قائم ڪيا ويندا. بهرحال، تعليمي پاليسي هر لحاظ کان عظيم ۽ دوررس آهي.

ايڏا وڏا دوررس ۽ جرات ڀريا سدارا ان وقت آڻي، جڏهن سرحدن تي دشمن بيٺو هجي، ڇا ٿو ثابت ڪري؟ يقيناً هي ته موجوده حڪومت غريب عوام جي مسئلن کي ملتوي ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي. اهو اخلاص آهي، جنهن موجوده حڪومت کي ايڏن اهم ۽ انقلابي فيصلن ڪرڻ تي مجبور ڪيو.

# هوشو شهيد

آغا سليم

صدين جي سيني مان صدا ٿي اچي ته

"مرويسون، پر سنڌ نه ڏيسون!"

اها سنڌ جي سورهين جي صدا آهي. شهيدن جي جسم تي لڳل هڪ هڪ گهاوَ جي صدا آهي. گهاون مان نمندڙ رت جي هڪ هڪ ڦڙي جي صدا آهي.

اها صدا دودو آهي، دريا خان آهي، هوشو آهي. شهيدن جو اهو قافلو آهي، جيڪو چڙن جي آواز تي ڪيڏارو ڳائيندو، مُهن جي دڙي کان مياڻيءَ ڏانهن ۽ مياڻيءَ کان ڪنهن اڻڏٺل منزل ڏانهن روان دوان آهي.

چون ٿا ته مياڻيءَ جي جنگ ۾ سيني سنڌين هڪ آواز ٿي اهو نعرو هنيو هو. پر مان چوان ٿو ته اهو نعرو آرين خلاف وڙهندڙ مهن جي دڙي جي دراوڙن به هنيو هوندو، دودي ۽ دريا خان به هنيو هوندو، ۽ آخر ۾ اهو نعرو صدين جي سيني ۾ گونجندو، گردش ڪندو، نت نون شهيدن جي رت ۾ ڳاڙهو ٿيندو، جوڻ مٽائيندو، هوشو ٿي پيو.

هوشو ۽ اسان جي وچ ۾ هڪ صديءَ ۽ اوڻٽيهن سالن جو فاصلو آهي. پر اڄ به اسين ڪنڌ ورائي ڏسون ٿا ته هوشو اسان کي آزاديءَ جي علم جي صورت ۾، وقت جي سيني ۾ کتل نظر اچي ٿو. هوشوءَ جو نالو روشنيءَ جو اهڙو منارو آهي، جنهن صدين جا سينا روشن ڪري ڇڏيا آهن.

سنڌ جي تاريخن مان اسان کي هوشوءَ جي اوائلي زندگيءَ جي باري ۾ ڪجهه به معلوم ٿي نٿو سگهي. بادشاهن ۽ بادشاهزادن جي عظمتن ۽ سازشن جا داستان لکڻ وارن درباري تاريخ نويسن کي ايتري فرصت ئي ڪانه هئي جو هو هڪڙي شيدي غلام جي باري ۾ به ڪجهه لکي سگهن. تاريخ جي وکريل ورقن مان ايتري خبر پوي ٿي ته هوشو مير فتح علي خان ٽالپر جي هڪڙي آزاد ڪيل غلام جو پٽ هو. سنڌ جا ٽالپر امير جنهن غلام کي آزاد ڪندا هئا، تنهن کي حضرت عليءَ جي آزاد ڪيل غلام، قنبر جي نالي پٺيان قنبراڻيءَ جو مان وارو نالو ڏيندا هئا. انهيءَ نسبت سان، هوشوءَ جو نالو به هوش محمد قنبراڻي هو. هوشو مير فتح عليءَ جي پٽ مير صوبدار جو همعمر ساٿي ۽ خدمتگار هو. مير صوبدار سنڌ جي تاريخ جو اهڙو ڪردار آهي، جيڪو تاريخ جي هر دور ۾ جوڻ مٽائي، ڪو نئون روپ وٺي، نروار ٿيندو آهي. مير صوبدار

۱۸۰۱ع ۾ چانڊو، جنهن ڏينهن هو چانڊو، ان ساڳئي ڏينهن مير فتح علي خان وفات ڪئي، ۽ سندس چاچن کيس نپائي وڏو ڪيو. شايد هن کي چاچن وٽان پيءُ وارو پيار نه مليو ۽ هو احساس محروميءَ جو شڪار ٿي ويو، جيڪو ڪڏهن ڪڏهن مرگهيءَ جي دوري جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو هو. ۱۸۲۶ع ۾ جڏهن هن جي عمر پنجويهن سالن جي ٿي، تڏهن هن چاچن جي خلاف بغاوت ڪئي— جو هن سمجهيو ٿي ته سنڌ جي والي مير فتح علي خان جي پٽ جي حيثيت ۾ هو ئي سنڌ جي گاديءَ جو وارث آهي، ۽ سندس چاچا نه رڳو سندس حق ڦٻائي ويٺا آهن، پر جاگيرن ۽ ملڪي انتظام ۾ به کيس پاڳيپائيوار نٿا ڪن. هوشو صوبدار جو خدمتگار هو، ۽ هن جون وفاداريون پڻ ميرن جي پيٽ ۾، مير صوبدار سان وابسته هيون. ان ڪري هو مير صوبدار جو پانهن پيلي ٿي بيٺو ۽ خانه جنگيءَ جون تياريون ٿيڻ لڳيون. پر مير صوبدار جي دورانديش چاچي، مير ڪرمعليءَ جي حڪمتعمليءَ سان خانه جنگي ٽري وئي ۽ ڏرين ۾ ناهه ٿيو. مير صوبدار کي جاگيرن جو حصو ۽ ملڪي انتظام ۾ به ڀرو مليو. ظاهري طرح ته مير صوبدار مطمئن ٿي ويو، پر هن جي دل ۾ دونهين دکندي رهي ۽ هو سنڌ جي گادي ماڻڻ جا خواب ڏسندو رهيو.

انهيءَ ئي زماني ۾ انگريزن سنڌ ۾ پير پاتو. انگريز، ڪلهوڙن جي زماني ۾، واپارجي سانگي سنڌ۾ داخل ٿي چڪا هئا، پر هينئر هو دوست بڻجي سنڌ ۾ آيا، ۽ مير صوبدار کي پنهنجي خواب جي تڪميل انگريزن جي دوستيءَ ۾ نظر آئي، ۽ ڊاڪٽر برنس کان وٺي نيپئر تائين، انگريزن جو "دوستيءَ جي معاهدن" ۽ مير صوبدار ۽ سندس صلاحڪارن، منشي آوتراءِ ۽ ڪوڙي ناريجي، جي سازشن جو اهو ڊرامو شروع ٿي ويو، جنهن جو انجام مياڻيءَ جي جنگ ۾ سنڌي سورهين جي ڪوس ۽ سنڌ جي غلاميءَ جي صورت ۾ ٿيو. انهيءَ ساري ڊرامي ۾ هوشو اسان کي ڪٿي به نظر نٿو اچي. غلام هجڻ جي ڪري هو خاموش تماشائيءَ جيان اهو سارو خوني ڊرامو ڏسندو رهيو. هو پڻ وفادارين ۾ جڪڙيل هو— هڪ طرف سندس ديس جي ڌرتيءَ جي وفاداري هئي، ۽ ٻئي طرف پنهنجي آقا مير صوبدار جي وفاداري.

۱۸۳۸ع ۾ جڏهن انگريز فوجون، دوستيءَ جا سڀ معاهدا لتاڙي، افغانستان وڃڻ لاءِ سنڌ ۾ گهڙي آيون، ته ساريءَ سنڌ ۾ باهه ڀڙڪي پئي. آزاديءَ جي جذبي سان سرشار سنڌي سرن جو سانگو لاهي، انگريز فوجن سان وڙهڻ لاءِ ميدان ۾ نڪري آيا. پر ميرن جي مصلحت ڪين روڪي ڇڏيو. انگريزن پنهنجي ان فوجڪشيءَ کي قانوني حيثيت ڏيڻ لاءِ ميرن سان نئون معاهدو ڪرڻ چاهيو، ۽ جڏهن انگريزن جي سفارت ميرن سان معاهدو ڪرڻ لاءِ حيدرآباد پهتي ته ماڻهن ۾ ايڏو ته اشتعال، نفرت ۽ جوش هو جو جتان به انگريز سفير لنگهيو ٿي، ماڻهن کيس گاريون ٿي ڏنيون ۽ کيس ڏسي زمين تي ٿي ڏڪيائون. اهڙي وقت جڏهن سنڌ ۾ هر طرف

پاھ ٿي باھ ھئي، ھوشو ڪيئن خاموش ويٺو
هوندو. پر تاريخ جي اھڙي نازڪ موڙ تي به
اسان کي ھوشو نظر نٿو اچي. سازشي شهزادن
۽ سردارن جي ايڏي هجوم ۾ هڪڙو پانهو
ڪيئن نظر اچي سگهي ٿو!

پوءِ جڏهن نيپئر خيرپور جي حاڪم مير رستم خان
کي معزول ڪيو ۽ خانگڙھ جي قلعي کي تباھ
ڪري حيدرآباد ڏانهن پيشقدمي ڪئي ۽ ميرن
جي سفارت ناڪام موٽي، تڏهن سنڌي بيقابو
ٿي ويا ۽ مشتعل سنڌين جي جٿي، مير شهداد
جي اڳواڻيءَ هيٺ، ميرن جي سيني مصلحتن ۽
معاهدن کي اورانگهي، انگريزن جي ريزيڊنسيءَ
تي حملو ڪيو. اهو حملو مياڻيءَ جي جنگ جو
اعلان ۽ آغاز هو. اهڙي وقت به اسان کي هوشو
نظر نٿو اچي.

١٧-فيبروري ١٨٤٣ع تي مياڻيءَ جي جنگ
لڳي. سنڌ ۽ ساري برصغير ۾ جيڪي به جنگيون
لڳيون آهن، سي سڀ ڪنهن بادشاھ يا ڪنهن
باغي شهزادي جي حڪم سان لڙيون ويون آهن،
پر مياڻيءَ جي جنگ تاريخ جي پهرين جنگ
هئي، جيڪا ڪنهن بادشاھ جي حڪم سان
نه، پر حب الوطنيءَ جي جذبي جي حڪم سان
لڙي وئي. اها جنگ بادشاهن جي جنگ نه هئي،
پر عوام جي جنگ هئي. پر ان جنگ ۾ به اسان
کي هوشو نظر نٿو اچي. اهڙي وقت ۾ هوشو
ڪٿي هو؟ ڇا ٿي ڪيائين؟ سنڌس اندر ۾
ڪهڙي آنڌ مانڌ هئي؟ تنهن جي تاريخ مان
ڪا به خبر پئجي نٿي سگهي. مير صوبدار، انگريزن
کي پنهنجي وفاداريءَ جو ثبوت ڏيڻ لاءِ، مياڻيءَ
جي جنگ ۾ حصو نه ورتو، ۽ پنهنجن سيني
ماڻهن کي جنگ ۾ حصي وٺڻ کان روڪي
ڇڏيائين. شايد مير صوبدار جي وفاداريءَ جي
زنجيرن هوشوءَ کي به اهڙو ته جڪڙي ڇڏيو
جو هن مياڻيءَ جي جنگ ۾ حصو نه ورتو. ان
سلسلي ۾ سڀ تاريخ نويس خاموش آهن، پر ان
وقت جي هڪڙي درباري شاعر، سيد احسان
علي شاھ، لکيو آهي ته هوشوءَ مير صوبدار کي
گهڻو ئي جوش ڏياريو، سندس ستل غيرت کي
جاڳايو، ڪوڙي ناريجي ۽ منشي آوتراءِ جي
سازشن کان کيس خبردار ڪيو، پر مير صوبدار
تي ڪو اثر نه ٿيو. پاڻ هن هوشوءَ کي قيد
ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني، ۽ وفا جو ڪٺل،
بيبسيءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙيل ويچارو پانهو
ماٺ ڪري ويهي رهيو.

پوءِ جڏهن مياڻيءَ ۾ سنڌين کي شڪست
آئي، انگريزن حيدرآباد تي قبضو ڪري قلعي
کي ڦريو ۽ لٽيو ۽ شهزادين جي بيحرمتي ڪئي،
۽ پين ميرن سان گڏ مير صوبدار به گرفتار ٿيو،
تڏهن هوشو پرنڌڙ جبل جيان ڦاٽي پيو، ۽ انگريزن
سان آخري جنگ لڙڻ لاءِ مير شير محمد سان
وڃي مليو.

مارچ جي ٢٤-تاريخ دٻي جي جنگ لڳي.
انگريزن ۽ سنڌين جي وچ ۾ اها آخري جنگ
هئي، ۽ ان ۾ سنڌ جي قسمت جو فيصلو ٿيڻو
هو. هن جنگ ۾ سنڌين اڻ سان دشمن تي ڀرپور

وار ڪيو ۽ دشمن جا هوش خطا ٿي ويا. هيئنر فتح سنڌين جي هئي. پر جنگ جڏهن اوج تي هئي، تڏهن اوچتو خيرپور جي مير، ميرعليمراد جي ماڻهن، پٺيان ڦري، سنڌين جي ساري بارود کي باهه ڏيئي ڇڏي. سنڌين جون سڀ توپون بيڪار ٿي ويون ۽ جنگ ختم ٿيڻ کان اڳ ئي جنگ جو فيصلو انگريزن جي حق ۾ ٿي ويو. سنڌين جي فتح، پنهنجن جي ئي سازش جي ڪري شڪست ۾ بدلجي وئي. جنگ جي اها بدليل صورت ڏسي، هوشوءَ مير شير محمد کي چيو ته هو ميدان مان هليو وڃي ۽ سنڌين جي ٽُٽل ڀڪڙيل قوت کي گڏ ڪري، انگريزن تي آخري وار ڪري. پهرين ته مير شيرمحمد انڪار ڪندو رهيو، پر پوءِ هوشوءَ جي بيحد اصرار تي هو ميدان مان هليو ويو، ۽ هوشوءَ لشڪر جي سالاري سنڀالي. هوشوءَ جا هٿيار ته اڳ ۾ ئي شڪست کائي چڪا هئا، پر هن جو جذبو فتحمند هو، ۽ دنيا جي ڪابه طاقت، ڪابه سازش، ڪوبه هٿيار سندس جذبي کي شڪست ڏيئي نٿي سگهيو. هن شينهن وانگر گجگوڙ ڪري نعرو هنيو ته "مرويسون، پر سنڌ نه ڏيسون." ۽ ميدان ۾ ٽپي پيو. "هن توپ ٿي هلائي، هن حڪم ٿي ڏنو ۽ پين جي دل ٿي وڌائي— هو هيٺي هو، مٿي هو، هرهنڌ هو".

"هن بهادر شخص جنگ جي فني مهارت جو اهڙو مظاهرو ڪيو، جيڪو ڪنهن يورپي جرنيل کي ئي سونهي. هو پنهنجن پين شيدي ڀائرن سان بيٺو هو ۽ جنگ ۾ سڀني کان اڳرو هو."

پر جلد ئي هن جو بچيل سچيل بارود به ختم ٿي ويو. پوءِ هن ترار سنڀالي ۽ دشمن جي توپن، بندوقن ۽ سنگينن جي مقابلي ۾ سينو سهائي ميدان ۾ ٽپي پيو. سامهون گولين جو مينهن ٿي وٺو، پين جي بارش پئي ٿي، توپون ٿي ڌڌڪيون ۽ سنگينون ٿي چمڪيون، پر هي گهوٽ الموت اڳتي وڌندو ويو. دشمن جي فوج ۾ ڏاڪوڙو پئجي ويو. هر طرف دشمن جا لاش ئي لاش هئا. دانهون، ڪيڪون ۽ بنا هسوار گهوڙن جون هڻڪارون هيون. هوشو بي هٿيار به فتحمند هو، ۽ دشمن هٿيارن سان به هيٺو هو. دشمن به ميل پٺتي ڌڪجي ويو. پوءِ اوچتوئي اوچتو، ٢٢-رجمنٽ هوشوءَ جي مٿان اچي ڪڙڪي ۽ کيس گهيري ۾ وٺي گولين ۽ سنگينن سان ساڏو ڪري وڌو، ۽ هو ڌرتيءَ تي ليٽيو. مرڻ وقت به هن جي چپن تي اهو ئي نعرو هو—

"مرويسون، پر سنڌ نه ڏيسون!"

جرنيل نيپئر ٽوپي لاهي هوشوءَ جي لاش کي سلام ڪيو، ۽ وڏي فوجي اعزاز سان، توپن جي سلامي ڏيئي کيس دفن ڪيو ويو. هوشوءَ ۽ اسان جي وچ ۾ هڪ صدي ۽ اوڻٽيهن سالن جو فاصلو آهي، پر اڄ به سالن جي سرحدن جي هن پار کان هوشوءَ جي نعري جي صدا ٿي اچي ته

"مرويسون، پر سنڌ نه ڏيسون!"

# آزاديءَ جي تحريڪ

سردار علي شاهه "عاصي"

ڪنهن به قوم کي هميشه لاءِ غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙي رکي نٿو سگهجي. انگريزن هندستان جي رهاڪن کي ايترو دٻايو جو هو منجهانئن ڪٿا ٿي پيا، ۽ اڳتي هلي وڏو ممڻ مچي پيو. آزاديءَ جي تحريڪ جو آغاز دراصل ١٨٥٧ع جي آزاديءَ جي جنگ سان ٿيو. مسلمانن ان ۾ ڀرپور حصو ورتو هو. جنهنڪري انگريزن انهن کي سياسي ۽ اقتصاديءَ طرح پست رکڻ جي ڪوشش ڪئي. ان کان علاوه، اها انهن جي عادت ٿي ويئي هئي ته هو پنهنجي خلاف جيڪا به ڳالهه ڏسندا هئا، ان کي هروڀرو مسلمانن سان منسوب ڪيو ويندو هو. هنن نٿي چاهيو ته مسلمان اُسرن. ان ڪري هنن هندن کي هر شعبي ۾ اڳتي وڌائڻ شروع ڪيو — ته جيئن هڪ مقامي اڪثريت واري قوم جي هٿان ٿي اتان جي ڏورائيءَ واري قوم کي دٻرايو وڃي. سر سيد احمد خان پهريون مسلمان اڳواڻ هو، جنهن ان ڳالهه کي شدت سان محسوس ڪيو. هن هڪ ڪتاب "اسباب بغاوت هند" لکيو، جنهن ۾ هن صرف مسلمانن کي هر ڳالهه لاءِ ڏوهي ٺهرائڻ واريءَ روش کي ننديو. ان ڪتاب ڇپجڻ کان پوءِ انگريز ڪجهه ٿڌا ٿيا، پر تڏهن به منجهانئن مسلمانن لاءِ بدگماني نه ويئي.

١٨٧٩ع ۾ سر سيد هڪ اسڪول عليگڙهه ۾ کوليو، جنهن ١٩١٥ع ۾ نيٺ يونيورسٽيءَ جو درجو حاصل ڪيو. حقيقت ۾ هي اسڪول نه پر هڪ تحريڪ هئي، جنهن جو مطلب هو ته مسلمانن کي جديد تعليم کان روشناس ڪرايو وڃي، ته جيئن هو حڪومت ۾ پنهنجو جائز مقام حاصل ڪري سگهن. ٻيو مقصد هندن ۽ مسلمانن ۾ اتحاد قائم ڪرڻ هو. ١٨٨٥ع ۾ "قومي ڪانگريس" قائم ٿي. جنهن اهڙا پير کنيا جو هندو-مسلم ٻڌيءَ جو خيال ڪافور ٿي ويو. سر سيد احمد خان ڪانگريس، يا ٻي معنيٰ ۾ هندو گهڻائيءَ واري راڄ جي مخالفت ڪئي. ساڳئي وقت، ١٨٩٣ع ۾، "مسلم بچاءَ جماعت" نالي ويئي، جنهن مسلمانن لاءِ الڳ چونڊن جي گهر ڪئي. هن تحريڪ مسلمانن ۾ ايتري سجاڳي آندي جو اڳتي هلي هنن پنهنجي جدا جماعت، "مسلم ليگ" ٺاهي. عليگڙهه تحريڪ جي طرز تي، ١٨٨٤ع ۾، لاهور ۾ انجمن "حمايت الاسلام" ٺاهي ويئي. ان وقت تائين هندن ۽ مسلمانن ۾ ڪافي ڇڪتاڻ پيدا ٿي چڪي هئي. مسلمانن کي هندو ۽ انگريز ٻئي نظرانداز ڪري چڪا

هئا. ڪانگريس جي انتهاپسند ڌر وارن مسلمانن
کي مجبور ڪيو ته هو جدا ٿي ڪم ڪن.
ان کان علاوه، سماج-سڌار هندو تحريڪن ويدن
واري تهذيب کي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش
ڪئي. اهي ئي سبب هئا جو مسلمانن ۾ هندن جي
خلاف نفرت پيدا ٿي پيئي. هڪ طرف هيءَ
تحريڪ جاري هئي، ته ٻئي پاسي وري ڪانگريس
جي ڪن ميمبرن، ۱۸۹۳ع ۾، هڪ ڪجهه
تحريڪ شروع ڪري ڏني. هو انقلابي جماعتون
ٺاهي، جدا جدا پرڳڻن ۾ حڪومت خلاف
ڪارروايون ڪرڻ ۾ جنبي ويا. هنن ريلون
ڪيرائڻ، انگريز ملازمن تي بم اڇلائڻ، ۽ ٻين
ڪيترن طريقن سان دهشت پکيڙڻ جي ڪوشش
ڪئي. ان ڪري حڪومت هيسجي ويئي.
سندس پاليسيءَ ۾ به وڏو ڦيرو اچي ويو، ۽ هنن
مسلمانن تي هٿ رکي اها پڌي توڙڻ جي
ڪوشش ڪئي. پهرين ۱۸۱۸ع ۾ "هندستان
وطن دوستن جي گڏيل جماعت" ٺاهي ويئي، پر
ان سان ڪڙ تيل نه نڪتو. ان ڪري ڊسمبر
۱۸۹۳ع ۾ "مسلم بچاءَ جماعت" ٺاهي ويئي.
۽ نيٺ، ۱۹۰۶ع ۾، مسلمانن پنهنجي جدا سياسي
جماعت، "مسلم ليگ" قائم ڪئي. نواب سليم الله
جي صدارت ۾، ڍاڪا ۾ پهرين مسلم ڪانفرنس
سڏائي، "ڪل هند مسلم ليگ" ٺاهي ويئي،
جنهن جا مقصد هي هئا:

۱. مسلمانن ۾ انگريز سرڪار سان وفادار
ٿي رهڻ جو جذبو پيدا ڪجي، ۽ انگريزن ۽
مسلمانن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ کي ختم ڪجي.

۲. هندستان ۾ مسلمانن جي سياسي حقن ۽
مفادن جي حفاظت ڪجي.

۳. مسلمانن ۽ ٻين قومن کي ٻه پاڻ ۾ اڻبڻت
کان بچايو وڃي.

اهڙيءَ طرح، ڪانگريس جي انتهاپسندن
وري مسلم ليگ جي مخالفت لاءِ، "هندو مهاسڀا"
نالي هڪ جماعت ٺاهي، جنهن مسلمانن سان
پاڻي کنئي. هنن مسلمانن جي مخالفت ڪري،
ٺورائيءَ وارين قومن کي غلام بنائڻ پئي چاهيو.
ان دور ۾ لارڊ منٽو وائسراءِ ٿي آيو. هن خيال
ڪيو ته هندستان ۾ پکڙيل بيچيني ختم
ڪرڻ لاءِ ڪجهه سڌارا آندا وڃن. ان ڪري،
۱۹۰۴ع ۾، هڪ قانون پاس ٿيو، جنهن کي
"منٽو-مارلي سڌارا" به ڪوٺيو ويندو آهي. هنن
سڌارن جي باوجود ڪانگريس ۾ ٺاپر نه آئي،
چاڪاڻ ته انهن سڌارن ۾ مسلمانن کي به جائز
حق ڏنو پئي ويو. ان ڪري سرڪار دٻاءَ رستي
ٺاپر آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. ڏسبو ته ائين
مسلم ليگ الڳ چونڊ جو اصول قائم ڪرائي،
مسلمانن کي نمائندگي ڏيارڻ ۾ ڪامياب ٿي.

منٽو-مارلي سڌارن تي مسلمان مطمئن هئا.
پر ۱۹۱۳ع ۾، ڪانپور ۾، هڪ رستي کي سڌي
ڪرڻ لاءِ هڪ مسجد جو ڪجهه حصو ڊاٺو
ويو، جنهن تان وڏو فساد ٿي پيو، گولي هلي،
۽ ڪيترا ئي مسلمان شهيد ٿي ويا. اهڙيءَ
ريت مسلمانن، هندن ۽ سرڪار جي وچ ۾
ڇڪتاڻ وڌي ويئي. انهيءَ ڇڪتاڻ کي ختم

ڪرڻ لاءِ الهه آباد ۾ "اتحاد ڪانفرنس" ڪوٺائي ويئي. نيٺ لکنوءَ ۾، ۱۹۱۶ع ۾ هڪ ميڙ ڪوٺايو ويو، جنهن ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ پاڻ ۾ ٺهي ويون ۽ ڪانگريس الڳ چونڊ واري اصول تي مسلمانن جون ٻرگهڻ ۾ جايون مقرر ڪرڻ قبوليون. ان کي "لکنو ناهه" سڏيو ويندو آهي. انهيءَ ريت مسلمانن بنگال ۽ پنجاب ۾ ڪجهه ڪس ڪاڍي، پر ٿورائيءَ وارن علائقن ۾ ڪين وڏيڪ ڪاميابي حاصل ٿي. هن ٺهراءَ کان پوءِ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ گڏجي اڳتي قدم وڌائڻ شروع ڪيو. آزاديءَ جي تحريڪ کي دٻائڻ لاءِ لارڊ چيمسفورڊ، مسٽر رولٽ جي رپورٽ تي هڪ قانون پاس ڪرايو، جنهن کي "رولٽ ائڪٽ" ڪوٺجي ٿو. هن موجب ڪورٽن ۾ ڪيس هلائڻ کان سواءِ ئي جوابدارن کي سخت پورهئي سان سزائون ڏنيون ٿي ويون. گانڌيءَ ۽ ٻين ٻرک اڳواڻن هن ڪاري قانون کي رد ڪرائڻ لاءِ آواز اٿاريو. انهيءَ بي انصافيءَ خلاف ۱۳-اپريل ۹۱۹ ع تي امرتسر جي جليانوالا باغ ۾ جلسو سڏايو ويو. سرڪار ڏاڍا حيلا هلايا ته جلسو ڪامياب نه ٿئي، پر ان جي باوجود جلسو ڪامياب ٿيو. سرڪار جلسي تي گوليون هلايون، جنهن ۾ پنج سو ماڻهو مري ويا ۽ ڪيترائي زخمي ٿيا. جنهنڪري ۱۴-اپريل تي عام هڙتال جو اعلان ڪيو ويو. هڙتال ڪامياب ٿي ۽ جلوس ڪڍيا ويا. سرڪار هاڻ وڌيڪ سختي ڪرڻ شروع ڪئي، جنهنڪري چڪتاڻ وڌي ويئي.

ڪيترين جاين تي فساد ٿيا. هندواسين سرڪاري ملڪيتن کي سخت نقصان پهچايو. آخر سرڪار مارشل لا لڳائي، گرفتاريون شروع ڪيون. هن ظلم خلاف "ستياگرهه" هلچل هلائي ويئي. هيءَ تحريڪ ۱۹۲۰ع ۾ ڏاڍو زور هئي.

۱۹۱۸ع کان وٺي هندستان جا مسلمان ترڪيءَ جي معاملي ۾ دلچسپي وٺي رهيا هئا. ڪين ٻهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ انهيءَ دلاسي تي ڀرتي ڪيو ويو هو ته ترڪيءَ جي اسلامي خلافت کي قائم رکيو ويندو، ۽ مسلمانن جون پاڪ جايون انهن جي هٿ ۾ رهنديون. جنگ کان پوءِ انگريز پنهنجي واعدن تان ڦري ويا. ان ڪري ۱۹۱۹ع ۾ "خلافت تحريڪ" جو بنياد رکيو ويو. مولانا محمد عليءَ ڪراچيءَ ۾ تقرير ڪندي، فوجين کي مسلمانن سان لڙڻ کان انڪار ڪرڻ جي صلاح ڏني. سرڪار مٿس ۽ سندس ساٿين تي بغاوت جو ڪيس هلايو، جيڪو "ڪراچي ڪيس" جي نالي سان مشهور آهي. هن ڪيس ۾ مولانا محمد علي، مولانا حسين احمد مدني، ڊاڪٽر ڪچلو نثار احمد ۽ پير غلام مجدد سرهنديءَ کي سزائون ڏنيون ويون. گانڌيءَ پڻ هن سلسلي ۾ مسلمانن جو ساٿ ڏنو. هندن ۽ مسلمانن ۾ هڪ دفعو زبردست ايڪو ٿي پيو، ۽ هيءَ تحريڪ زور وٺي ويئي. هوڏانهن ترڪيءَ ۾ ڪمال پاشا "ترڪ لوڪ راڄ" قائم ڪيو، جنهنڪري هتي به خلافت تحريڪ بند ٿي ويئي. ان تحريڪ دوران مسلمانن جڏهن ڏٺو ته هتي ڪفر کي زور آهي،

ٿه هنن هجرت جا سانباها ڪيا. ڪيترا مدبر مسلمان ان جي خلاف هئا. پر سنڌ ۽ پنجاب جي ڪيترن مسلمانن افغانستان وڃڻ جي ڪئي، پر کين سرحد تي روڪيو ويو. ۽ اتي بيماريءَ پڪڙڻ سبب ڪيترائي مسلمان موت جو شڪار ٿي ويا. هيءَ مسلمانن جي هڪ سياسي ڀُل هئي، جنهن ۾ غيرمسلمن جو ڏوهه ڪونه هو.

خلافت تحريڪ جي زماني وارو هندن ۽ مسلمانن جو ايڪو گهڻو وقت هلي نه سگهيو، ڇو ته هڪ طرف هندن مسلمانن کي زوريءَ هندو ڌرم مڃائڻ لاءِ "شڌي تحريڪ" جاري ڪئي، ٻئي پاسي هندن کي فوجي تربيت ڏيڻ لاءِ "سنگهٽن تحريڪ" هلائي ويئي. ساڳئي وقت "گئون رکوال" هلچل پڻ شروع ڪئي ويئي. هي سڀ تحريڪون مسلمانن جي خلاف هيون. ان ڪري مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ مولانا محمد عليءَ احتجاج ڪيو، پر گانڌيءَ ان تي ڪو ڌيان نه ڏنو. الٽو پنهنجي اخبار 'ڻئون ڀارت' (Young India) ۾ لکيو ته مسلمان يا ته حملو ڪندڙ آهن يا وري اسان جا ئي ڀائر آهن. ان ڪري لازمي آهي ته هنن کي هندو ڌرم ۾ شامل ڪجي يا اصلي ماڳ ڏي موڪلجي يا وري غلام بڻائي رکجي. هندن جي انهيءَ شرارت ڪري ملڪ ۾ مانڌاڻ مچي ويو.

۱۹۲۷ع ۾ برطانيا سرڪار، سرجان سائمن جي اڳواڻيءَ ۾، ستن ڄڻن تي مشتمل هڪ ڪميشن هندستان موڪلي، ته اتي آئندي سڌارن تي نظرثاني ڪرڻ لاءِ تجويزون پيش ڪري. ۱۹۳۰ع ۾ هن ڪميشن پنهنجي رپورٽ پيش ڪئي. پر جيئن ته ڪميشن ۾ هندستان جو ڪو به نمائندو ڪونه هو، تنهنڪري ڪنهن به جماعت ان کي چڱيءَ نظر سان نه ڏٺو. هنڌين ماڳين جلسا ڪري، ان جي خلاف ٺهراءَ بحال ڪيا ويا.

۱۹۲۸ع ۾ وري موتيلال نهروءَ جي صدارت ۾ هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي، ته اها هندستان جي جوڙجڪ بابت رپورٽ پيش ڪري. اهو خاڪو "ڪل جماعتي ڪانفرنس" ۾ پاس ڪري انگريز سرڪار وٽ پيش ڪرڻو هو. پر جڏهن اهو ڪانفرنس ۾ پيش ٿيو، ته مولانا شوڪت عليءَ ان جي مخالفت ڪئي، ڇو ته ان ۾ مسلمانن کي نظرانداز ڪندي، هندو-راڄ جي سٽا سٽي ويئي هئي. پنجاب، بنگال ۽ سنڌ، جتي مسلمانن جي گهڻائي هئي، اتي انهن جي ٿوراڻي ڏيکاري، کين ٽين پتيءَ جيترو حق به نه ڏنو ويو هو. هندن جي اها نيت ڏسي ڪيترا مسلمان ڪانگريس ڇڏي وڃي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيا. جيئن ته سائمن ڪميشن جي رپورٽ جي ڪري اڳ ئي ملڪ ۾ ممڻ متل هو، ان ڪري ۱۹۳۰ع ۾ لنڊن ۾ پهرين گولميز ڪانفرنس سڏائي ويئي. هيءَ ڪانفرنس ساڍن ٽن مهينن هلي. آخر فيصلو ڪيو ويو ته ملڪ ۾ وفاقي طرز جي حڪومت قائم ڪئي وڃي، جنهن ۾ سڀ پرڳڻا آزاد هجن، پر ڪجهه ڪاتا — جهڙوڪ پرڏيهي ۽ سامونڊي معاملا، ريلوي، فوج، تار ۽ ٽپال وغيره — جن جو لاڳاپو سڄي ملڪ سان هجي، مرڪز جي حوالي ڪيا وڃن. ڪانگريس پهرين راضي نه

ھئي، پر پوءِ سرڪار ۽ ان جي وچ ۾، ۱۹۳۱ع ۾ ھڪ ٺاھہ ٿيو، ۽ ھوءَ ٻي گول ميز ڪانفرنس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ راضي ٿي. ڪانفرنس ۾ ڪانگريس پاران گانڌي شريڪ ٿيو. ھن ڪانفرنس مان بہ ڪو ڪڙتيل نہ نڪتو، البت سرحد کي جدا پرڳڻو ٺاھي، سڌارا ڏيڻ ۽ سنڌ کي بمبئيءَ کاتي کان جدا ڪرڻ جا فيصلا ٿيا. ھن ڪانفرنس ۾ مولانا محمد عليءَ اعلان ڪيو تہ

"مان ھندستان لاءِ آزادي وٺڻ آيو آھيان. جيستائين ان کي آزادي نہ ملندي، آءٌ ان غلام ملڪ ۾ پيھر قدم نہ رکندس."

۱۹۳۲ع ۾ برطانيا جي وزير اعظم پنھنجو فيصلو ڏنو، جنھن موجب ھندستان جي نئين جوڙجڪ ۾ الڳ چونڊن جي اجازت ملي. اھو فيصلو ٿيو تہ اڳتي ھندو ھندن کي ۽ مسلمان مسلمانن کي ووٽ ڏين — جيستائين سڀ جماعتون گڏجي اھو سرشتو ختم ڪرڻ تي آماده نہ ٿين. ساڳئي سال مسلمان ۽ ھندو اڳواڻن جو گڏيل ميڙ ٿيو، جنھن ۾ مسلمانن جا مطالبا مڃيا ويا ۽ پوءِ مسلمان پنھنجي لاءِ الڳ چونڊ واري معاملي تان ھٿ کڻي ويا. ھن کان ڪجھہ وقت پوءِ، لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس ھلندي، مولانا محمد عليءَ جو انتقال ٿي ويو، ۽ قائد اعظم بہ لنڊن ھليو ويو. ۱۹۳۴ع ۾ جڏھن قائد اعظم واپس وريو، تہ ھن نہ رڳو مسلم ليگ کي نئين سر منظم ڪيو، پر ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي اتحاد جون ڪوششون بہ جاري رکيائين. جڏھن گورنمنٽ انڊيا ائڪٽ تحت چونڊون ٿيون، تہ مسلم ليگ بہ ان ۾ حصو ورتو. ھي چونڊون ۱۹۳۵ع ۾ ٿيون. پر جڏھن وزارتن ٺاھڻ جو وقت آيو، تہ ھندو اڳواڻ پنھنجن واعدن تان ڦري ويا. ان ڪري قائد اعظم اعلان ڪيو تہ

"ھندن مان ڪنھن بہ چڱائيءَ جي اميد رکڻ اجائي آھي. ڪانگريس جي موجوده قيادت، جيڪا گذريل ڏھن سالن کان اقتدار تي قبضو مچائي ويٺي آھي، پنھنجين غلط پاليسين جي ڪري مسلمانن کي ڌار ڪرڻ لاءِ ذميوار آھي. ھنن جڏھن کان ڇھن صوبن ۾ وزارتون ٺاھيون آھن، تڏھن کان پنھنجين تقريرن، ھلت ۽ پروگرامن سان اھو ظاھر ڪيو آھي تہ مسلمانن کي منجھائڻ ڪنھن بہ سٺي سلوڪ ۽ انصاف جي اميد رکڻ نہ گھرجي. جتي ھنن جي اڪثريت آھي، اتي ھو مسلم ليگ کي پڇن ئي نٿا، جتي ڪين پنھنجي پوزيشن لاءِ خطرو نظر ٿو اچي، تہ اتي ھو مسلمانن کان غير مشروط حمايت جو مطالبو ٿا ڪن."

نيٺ ۱۹۳۷ع ۾ قائد اعظم اھا تجويز پيش ڪئي تہ ھندستان ۾ اھڙي وفاقي جمھوري حڪومت قائم ڪئي وڃي، جنھن ۾ مسلمانن ۽ ٻين ٿورائيءَ وارين قومن جا حق محفوظ ھجن.

۱۹۳۹ع ۾ جڏھن ٻي مھاڀاري لڙائي شروع ٿي، تہ ڪانگريس جي وزارتن استعفائون ڏنيون ۽ حڪومت سان جنگ جي سلسلي ۾ مدد ڪرڻ کان انڪار ڪيو. پر قائد اعظم ان جي برعڪس

حڪومت کي پنهنجي مڪمل تعاون جو يقين ڏياريو. جنگ اڃا جاري هئي ته ١٩٤٠ع جي مارچ مهيني ۾، لاهور ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس سڏايو ويو. سڄو شهر ڪنوار جيان سينگاريو ويو. پر ١٩-مارچ تي خاڪسارن ۽ صوبائي حڪومت جي وچ ۾ خونريز تصادم ٿي پيو: خاڪسارن جي جلوس تي گوليون هلايون ويون. جنهنڪري شهر سان ڪرفيو لڳايو ويو. شهر ۾ خوف ۽ هراس ڦهلجي ويو. ڪيترن ئي اڳواڻن قائد اعظم کي صلاح ڏني ته اجلاس کي ملتوي ڪيو وڃي. پر پاڻ ٢٠-مارچ تي اعلان ڪيائين ته اجلاس مقرر ڪيل پروگرام موجب ٿيندو. هي اجلاس نهايت بي سڪونيءَ جي ماحول ۾ ٿيو. ڪن شرپسندن خاڪسارن کي برغلائي جلسي ۾ افراتفري ڦهلائڻ لاءِ آماده پڻ ڪيو. پر قائد جي لفظن ۾ ته "مسلم ليگ کي پنجاب حڪومت سان وڙهڻو پوي يا خود هند سرڪار سان، هوءَ ان وقت تائين خاموش نه ويهندي جيستائين خاڪسارن کي انصاف پلئه نه پوي."
بهرحال، قائد اعظم جي دوراانديشيءَ سببان هي تاريخي جلسو ٢٣-مارچ تي نعرن جي گونج ۾ ختم ٿيو، جنهن ۾ "پاڪستان-ٺهراءُ" پاس ڪيو ويو. هن ٺهراءَ بحال ٿيڻ سان هندن کي باهه وٺي ويئي. خوب واءِ ويلا مچايائون. گانڌيءَ هڪ اخبار ۾ لکيو ته "مان هندستان جي ورهاڱي کي گناهه ٿو سمجهان. مون پنهنجي اڳئين بيان ۾ ظاهر ڪري ڇڏيو آهي ته جيڪڏهن ڪو پاڙيسري اهو گناهه ڪرڻ چاهي، ته مان ان کي روڪي نٿو سگهان، پر مان ڪڏهن به اهڙي پاپ ۾ شريڪ نه ٿيندس."
ڪن مسلمان ۽ انگريز اڳواڻن ۽ اخبارن پڻ هن ٺهراءَ جي مخالفت ڪئي. پر مسلم ليگ جي رهنمائن تي هن مخالفت جو ڪوبه اثر نه ٿيو. قائد اعظم ته ايترو به چئي ڏنو ته "اسان جو ڪو ڪونهي — اسان کي نه انگريز جو آسرو آهي ۽ نه هندو واڻئي جو ويساهه. اسين پنهنجي سان لڙنداسين — پوءِ ڇو نه هو پڻ گڏجي اسان جو مقابلو ڪن." نيٺ انهيءَ ٺهراءَ حقيقت جو روپ ورتو. هزار مخالفتن ۽ تڪليفن جي باوجود هن ٺهراءَ کي عملي جامي پهرائڻ لاءِ ڪوششون جاري رهيون. انگريز ۽ واڻئي جي چالبازيءَ سبب هزارن بيگناهن جو خون وهايو ويو. پر آخرڪار ٢٣-مارچ تي ڪيل قول پورو ٿيو، ۽ ١٤-آگسٽ ١٩٤٧ع تي مسلمانن کي هڪ آزاد ۽ خودمختار اسلامي مملڪت ملي ويئي.



# ناسور

انيس انصاري

جانل کي اهو موقعو مولا ملايو هو. ٻڌسهنس ته هو اتي تي چڙهي، سو ڀاڻ کي ڏي چوڻو پيس: "ادا مانجهي، اسان سان وڙ ڪر. شانا اڇي جوان ٿي آهي، ٻيو به ڪو ننڍو ته ڪونه آهي. ڏهن ۾ پير اٿس، ٻن سالن ۾ مڙس ٿي پوندو. مڙيئي منهنجو گهر چاڙهه."

"ادي جانل، ڳالهه ڏکي ٿي ڪرين. دل ۾ نه ڪجانءِ — شانا اڇي جوان ٿي آهي، ۽ تنهنجو پٽ ...."

"چو، ادا، ڇا ٿو چوين! سڪيي ستابي گهر جو ڇوڪرو آهي، خوراڪ ڪٻس ته ٿوري وقت ۾ جوان ٿي پوندو. تنهنجو انجام به ته اهو هو نه؟"

"ادي، مان انڪار ته نٿو ڪريان، پر ڏس، ڇوريءَ کي به درجا آهن پيٽ ۾ پيل. پڙهيل ڇورين جو پتو ته توکي آهي ئي. ڪيس پڙهائي پنهنجي مٿي تي پٽ رنڊيو اٿئي. تنهن ڏهاڙي پئي چيائين، 'ظلم ته ڏسو، آٺ کي گهنڊڻي ٻڌي اٿائون!' سندس ساهيڙيءَ جو ڀاءُ جو اچا سنڌي پڙهندو هو، تنهن جون ارڙهن ورهين جي ڇوڪريءَ سان لانئون لڏيون هئائون. چيائين پئي ته 'ماڻهو ڪهڙا نه ڪچا ڪم ٿا ڪن. ٻلا اهو جوڙو ٿهي ٿو!' توبهه، توبهه، چوڏهين صدي آهي. اسان جي زماني ۾ شاديءَ جو اکر ٻڌڻ سان ئي ڇوڪري شرم پوڻيءَ وانگر ويڙهجي ويندي هئي. ادي منهنجي، ڳالهه آهي ڪوڙي، چوانءِ سچ — جوڙ ته نٿو ٿهي".

ان تي شفيع کي آئي ڪِجي. اچيس به چو نه؟ چئي ڏنائينس، "ادا، مون سمجهيو. گهڻو ٿيو. ائين سمجهندس ته ڀاءُ مري ويو اٿم. اٿ زڙي جانل، هل ته گهر هلون. هن اسان جي پڳ جو قدر ڪونه ڪيو."

مانجهي اچي ٻن ٻاهين ۾ ڦاٿو. ڇوڪر ته اڳي ئي نالي ۾ ٿيل هئي، رکو پلئو پوڻو هو. پر ڇوري، خدا سمجهيس، ٻه اکر سي پڙهي هئي، پر پيءُ-ماءُ جو نڪ ۾ دم آڻي ڇڏيو هئائين: 'هيءَ ڳالهه خراب آهي، هوءَ بري آهي. هيءَ ڳالهه سماج تي بدنما داغ آهي، هوءَ ڳالهه برادريءَ تي ٽڪو آهي.' پيءُ-ماءُ مڙيئي پيا ٻڌندا هئس. ٻه اکر پڙهيا ته هئا. سمجهيائون پئي ته ڇوري چوي ته سچ ٿي. هاڻي ڪيئن ٿا هام هڻن. مانجهي ٻيو رستو نه ڏسي، ان ڳالهه ۾ لڪڻ لڳو ته عائلي قانون اجازت نٿو ڏئي، ڇوڪرو نابالغ آهي، وڏو ٿئي ته ڏنو ويندو.

جانل ترڻ تيل لائڻ ٿي نہ ڏئي: "اسانجن ابن-ڏاڏن ائين شاديون ڪيون، خود مان ائن ورهين جي هيس تہ شفوءَ سان لانئون لڌيون هيم. هاڻي اچي قانون ٿيا آهن. ڳالهہ سؤ جي هڪ، بندوبست اسين ٿا ڪريون، نڪاح وجهي ڏي. جوان ٿيا تہ پوءِ ڪٿي ڪتاب تي چڙهائيندا اسين."

ان رات مانجهي ۽ سندس زال سڄڻ ڪجھ وقت تائين ڳالهائيندا رهيا. آخر سڄڻ بار پاڻ تي ڪنيو. شانا کي چٺي ڏنائين. شانا کان هٿ مان چڻ ڪجهہ ڪري پيو، ۽ هڪ سڏڪو سندس نڙيءَ مان نڪري زبان تي ختم ٿي ويو.... هي ڪهڙو ظلم! جنهن برائيءَ جي خلاف هن جدوجهد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو، تنهن جو شڪار پاڻ ٿي پئي ٿي. لڇي ڦٿڪي تہ گهڻو ٿي، پر ماءُ وٽ هڪ نہ هليس— قربانيءَ جو ٻڪرو ٻڌجي وئي. لائون لڌيون، ۽ ننڍي گهوٽ سان گڏ وڏي ڪنوار ساهري رواني ٿي.

مانجهيءَ وارا ڪي ڏکيا بکيا بہ ڪين هئا، ساوا ڏاوا هئا. ان ڪٿا پنهنجا هئن. کير مکڻ بہ مولا جهجهو ڏنو هون. نوڪرن چاڪرن وارا هئا. شانا مڙيئي اچي سکي ٿي. وري شانا ويل بہ ڪانہ هئي. سس سهري جي دل ۾ گهر ڪري وئي.

مانجهيءَ جو وڏو پٽ شوڪت ملٽريءَ ۾ هو. هو بہ ڊس تي، چٺي چماهيءَ آيو، ڪجهہ ڏينهن رهيو ۽ وري پرديس روانو ٿيو. هن جي آئي گهر ۾ مڙيئي رونق لڳي ويندي هئي.

شوڪت جي زال جنت جا هوٺن چڱيا چوڙي پئي ڪم ڪار ڪندي هئي. مڙسس جي اچڻ تي اهي تيل قليل مکيندي هئي جو چٺي کٺي بس ڪر. يا تہ هوٺن چپ چاپ هوندي هئي، يا مڙس جي اچڻ بعد ڇهڪڻ لڳندي هئي. شانا اها تبديلي حيرت سان ڏسندي هئي.

شانا جي شاديءَ بعد هي ٽيون پيرو هو جو شوڪت ڳوٺ وريو هو ۽ جنت پيڻ تي پئي گهمي.

آڌيءَ ڌاڌي شانا جي اک کلي وئي. پر واري ڪمري مان ڌيل ڌيل سرپاٽ پئي آيا. رکي رکي هلڪا ٽهڪ ٿي آهريا. سمجهيائين تہ جنت ۽ شوڪت هئا. هوٺن تہ جنت سويل ٿي وڃي سمهندي هئي، ۽ هاڻي رات جا ٻارهن اچي لڳا هئا. ڪيڏو نہ فرق، ڪيڏو نہ ڦيرو!

آخر هڪ ڏينهن ڏسي ورتائين. هلڪيون هلڪيون گرميون هيون. آڌيءَ ڌاڌي اچ ستايس. ڪمري مان ٻاهر نڪتي تہ چانڊوڪيءَ ۾ ٻاچولا ڏٺائين. جنت ۽ شوڪت صحن ۾ ويٺا هئا. دنيا کان بيخبر، شانا کان بيخبر. شانا جي پيرن ۾ ڏاوڻ پئجي ويا. پٽ ٻڌجي وئي. اوچتو ٿي اوچتو هن محسوس ڪيو تہ هڪ ڳوڙهو سندس پيٽ مان آيري سندس ڳلي ۾ اٽڪي پيو هو. هن ڳيٽ ڏئي ان کي ڪيرائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي، ساهہ منجهڻ لڳس. ڊوڙي ڪمري ۾ وڃي کٽ تي ڦان ٿي ڪري ۽ سڏڪا پرڻ لڳي.

شانا جون راتيون هاڻي اکين ۾ ڪٽجڻ

لڳيون. صحن ۾ پاچولا وڌڻ لڳا. پرواري ڪمري ۾ سرٻاٽ تيز ٿيڻ لڳا. ٺهڪن جا آواز گهٽ وانگر وڃڻ لڳا، ۽ هن جو ساهه وڌيڪ منجهڻ لڳو. ڏاڍا ساهه کڻڻ لڳي. دل چاهڻ لڳس ته وڏا وڏا ٺهڪ ڏئي کلي.

مهينو گذريو ۽ شوڪت هليو ويو.

منجهند جو وقت هو. ٻيو به ڪيڏونڊو اچي شانا جي ڪمري ۾ پهتو. شانا هن کي ڏسڻ سان باز وانگر جهپٽي، ۽ صحن جي پاچولن وانگر کيس ٻانهن ۾ جهلي پڪوڙڻ لڳي. ٻنهي ڪان ڏپ ۾ رڙ نڪري وئي. شانا کيس ڇڏيو ته وٺي ڀڳو. هڪ ڳوڙهو پيٽ سان اڀري، شانا جي نڙيءَ ۾ وڃي اٽڪيو، جو ڳيٽ ڏيڻ سان به هيٺ نه لٿو. ساهه منجهندو ڏسي، دري کٽي کوليائين.

"ڪتو!" شانا جي زبان سان اکر نڪتو، ۽ دري کٽي بند ڪيائين. ساموهون ٻهلٽيءَ جي ٽنبي وٽ "ڪتو" دريءَ ۾ اکيون وجهي اسانتو بيٺو هو. دري بند ٿي ته هو اڳتي وڌي ويو.

فيروز کي اسڪول ۾ ٿي شانا 'ڪتو' ڪري سڏيندي هئي، ۽ هو 'سگ ليلي' جي تتبعي تي پاڻ کي 'سگ شانا' چوائڻ ۾ فخر محسوس ڪندو هو.

هيس به ڪتي جهڙيون خصلتون. شانا هلي ته هي سندس ڪلي. جهڙڪيون ڏيائين، مارون کاڌائين، ته به عادت نه ڇڏيائين. شاديءَ کان پوءِ به شانا جي ڪيڏ نه ڇڏيائين. جڏهن به شانا دري ٿي کولي ته فيروز هڪيو حاضر پيو رهيو. خار کائي، شانا دري کٽي بند ڪندي هئي.

گرميون ويون، سرديون آيون، شوڪت جي اچڻ جا هوانا ٿيڻ لڳا. جنت! هوءَ پين تي گهمڻ لڳي. سندس منهن جي مسڪراهٽ ڏسي شانا جو هنيون هڄڻ لڳو. وس پڄيس ها ته جيڪر سندس منهن رهڙي ڇڏي ها.

هڪ رات — رات نهايت ٿڌي هئي، ۽ چانڊوڪي ان ٿڌ ۾ اضافو آڻي رهي هئي. شانا ساهه منجهندو محسوس ڪيو. سندس نرڙ تي پگهر جا ٿڌا ڦڙا نڪري آيا هئا. هوءَ دري کولي، وڏا وڏا ساهه کڻڻ لڳي.

ساموهون هن هڪ پاڇو ڏٺو، جو نوڪرن جي ڪمري وٽ پٽ تي پيو هو. هن سڃاتو ته اهو پاڇو سندن ٻورچي رمضوءَ جو هو. هوءَ آهستي آهستي روشن ماليءَ جي ڪمري ڏانهن وڌي رهيو هو. روشن رمضوءَ جو سهرو هو، پر مٿس ناراض ٿي ڌيءَ کي پاڻ وٽ روڪي ويهاريو هئائين. رمضو هاڻي روشن جي دروازي تي پهچي چڪو هو. هڪڙي هلڪي کنگهڪر ڪري، پٽ جي پاڇي ۾ ٿي بيٺو. ٿوري وقت بعد ڪمري جو دروازو آهستي آهستي کليو، ۽ راڻي ان سان نڪري پنهنجي مڙس جي پاڪر ۾ هلي آئي.

هڪ وڏو ڳوڙهو شانا جي پيٽ سان اڀري سندس گلي ۾ اٽڪي پيو. ساهه منجهڻ لڳس، ۽ بدن ۾ وٽ پوڻ لڳس. ڏاڍو روڪيائين، پر رڙيون ڪري روئڻ لڳي. سندس سس ۽ سهرو وٽس پهتا ته هوءَ ٺهڪ ڏيئي کلي رهي هئي. سياڻي سڃاتو — ته کيس حساب ٿي چڪو هو.

ٻئي ڏينهن شانا ڪمري جي دري کولي ته ساموهون فيروز بيٺو هو. هن دري بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪري نه سگهي. فيروز هڪ اڻسهائيندڙ اشارو ڪيو، ۽ شانا مرڪڻ لڳي....

ڦٽ بدلجي ناسور ٿي چڪو هو، جنهن سان غلاظت وهي هن گندي سماج کي وڌيڪ گندو بنائي رهي هئي.

# اهو ڪير هو؟

انور عنايت الله

ان ڏينهن صبح جو ساجهر ئي هن جي اک کُلي ويئي. بابو ڪنهن کي ٻوليون ٻڌائي رهيو هو. شڪيل بستري تي ليٽئي اهو ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪئي ته اڄ صبح مردان الائي ڪنهن جي شامت آئي آهي. پر سمجهه ۾ نه آيس. تنهنڪري آٿي، ٻاهر باغيچي ۾ آيو، جتي گهر جا سڀ ڀاتي جمع هئا. بابو نئين چوڪيدار تي ڪاوڙجي رهيو هو. امان هڪ پاسي بيٺي، ان اڇي رت ٻڌل ڪُڪڙ کي ڏسي رهي هئي، جيڪا هڪ پاسي مئي پئي هئي. چوڪيدار ڪنڌ هيٺ ڪري، چُپ چاپ سڀ ڪجهه ٻڌي رهيو هو. طيبه شڪيل کي اشاري سان پاڻ وٽ سڏي، آهستي ٻڌايس:

”ادا، بابو سيٺي ڪُڪڙيون چاچي وٽ شهر موڪلي رهيو آهي. چوي ٿو، انهن کي هتي رکڻ ظلم ٿيندو.“

”پر اهو ٿيو ڪيئن؟ چوڪيدار ڪيڏانهون مَري ويو هو؟“ شڪيل ڪاوڙ وچان چيو. هن کي اهي ولائتي ڪڪڙيون ڏاڍو پسند هيون.

”ڪٿي ستو پيو هوندو، نه ته ويچاري ڪڪڙ جو هي حال ڪيئن ٿئي ها. پر پيو ته ٿهيو، پنهنجو ٽائيگر صاحب به ڪٿي ننڊون ڪري رهيو هو.“ طيبه چيو.

ٽائيگر سندن ڪتي جو نالو هو. جنهن لاءِ سڀني کي پڪ هئي ته نهايت نڪمو، ڍڳو ۽ بيوقوف ڪتو آهي. رڳو شڪيل جو خيال هو ته هونءَ ڍڳو آهي ۽ نه نڪمو. ها، البت آرام پسند ضرور هو، ۽ ننڊون پيو ڪندو هو. جڏهن به ڏسوس، اکيون ۾ ويهي اونگهندو رهندو هو، ۽ رات جو به اهڙي سٺي ننڊ سمهندو هو جو صبح تائين خبر ئي نه هوندي هيس ته رات ڇا وهيو واپريو.

گذريل چند مهينن ۾ سندن گهر مان ٻه چوريون ٿي چڪيون هيون، ۽ هڪ ئي هفتي ۾ هيءَ ٽي ڪڪڙ هئي، جنهن کي ايتري بيدرديءَ سان ماريو ويو هو ــ ۽ ٽائيگر صاحب ڪجهه به نه ڪيو هو. ٻهرين چوريءَ کان پوءِ هن کي رات جو ٻاهر کولي ڇڏيو ويندو هو. ان جي باوجود جڏهن ٽيو پيرو چوري ٿي، ته هي صاحب پنهنجو ميان جي پٺيءَ ۾ ننڊون ڪندي مليو. هن وقت به هو هڪ پاسي ويهي، بيفڪريءَ سان، زبان ٻاهر ڪڍيو، بابي جي ڇنڊ ڦٽ ٻڌي رهيو هو، ڄڻ هن لاءِ پريشانيءَ جي ڪا ڳالهه ڪانه هئي.

”مان ڀانيان ٿو تہ هن نياڳي ڪتي جي ۾ شامت اچي ويئي آهي“. شڪيل چيو.

”ڀيو نہ تہ ڇا. آبي امان کي بہ ڇٽي ڇڏيو آهي تہ هن کي هڪدم گهرکان ٻاهر ڪڍ. آچر ڏينهن جڏهن ڀاڻ شهر ويندو، تہ ان کي بہ آتي ڇڏي ايندو. هھڙو نمڪحرام ڪهڙي ڪم جو؟“ طيبہ چيو.

شڪيل مڙي ڪتي کي ڏٺو، تہ الائي ڇو هن کي مٽس رحم اچي ويو. هي ان وقت صرف ڏهن ڏينهن جو هو، جڏهن ماڻس کي ڪاميٽيءَ وارا پڪڙي ويا هئا، ۽ پٽس ترس وچان هن کي گهر وٺي آيو هو. هيءَ ان زماني جي ڳالهہ آهي، جڏهن شڪيل ڀاڻ بہ ٻار هو. ان وقت هي ڪراچيءَ ۾ رهندا هئا. ڪين اوپر پاڪستان آئي بہ چار سال ٿي ويا هئا.

احمدپور، اوپر پاڪستان جو هڪ ننڍڙو شهر هو. هتي شهرين جي ننڍين وڏين ڪچين پڪين جاين کان علاوه ويهارو کن عملدارن جا سٺا پڪين سرن مان ٺهيل بنگلا بہ هئا. اهي سمورا بنگلا هڪ ئي قطار ۾ هئا، ۽ هر ڪنهن جي آڏو هڪڙو باغيچو هو، جنهن ۾ رنگارنگي گل ٻوٽا هئا تہ انب، ڪيلي ۽ ليچيءَ جا وڻ بہ.

آن ڏينهن جڏهن نيرن مهل بابي پنهنجو اهو فيصلو ٻڌايو تہ ڪڪڙين سان گڏوگڏ ٽائيگر کي بہ شهر موڪليو ويندو، تہ شڪيل کي ڏاڍو ڏک ٿيو. پر پٽس جي حڪم کي ڪير آڏو ٿري. انهيءَ ڪري ماٺ ۾ رهيو. انهيءَ ڏينهن اسڪول ۾ بہ جيءُ نہ لڳس. شام جو موسم سٺي هئي. ڪيترن ڏينهن کان برسات نہ پيئي هئي. جنهنڪري طيبہ ۽ شڪيل، روزجيان راند روند ڪرڻ لاءِ باغيچي ۾ پهتا. ڪين ڏسندي ئي ٽائيگر ڊُڪندو وٽن آيو، ۽ پنهنجي ڏٺيءَ جي پيرن ۾ بولائيون ڪائڻ لڳو. شڪيل پيار وچان ان کي جهلي ورتو، ۽ چيائين:

”ٽائيگر، جيڪڏهن توکي سچ پچ مون سان ايتري محبت آهي، تہ پوءِ تو منهنجين ڪڪڙين جي رکوالي ڇو نہ ڪئي؟ خبر اٿئي تہ هاڻ تنهنجو ڪهڙو حشر ٿيڻ وارو آهي؟ باپو توکي گهر مان ڪڍي رهيو آهي— هميشہ لاءِ. توکي شهر موڪليو پيو وڃي، جتي ٻين آواره ڪتن سان گڏجي، تون بہ تيز موٽرن جي پويان ڊوڙندو رهندين، ۽ هڪ ڏينهن ڪنهن ٽرڪ جي هيٺان اچي مري ويندين. ٻڌاءِ، ٽائيگر، تو منهنجين ڪڪڙين جي حفاظت ڇو نہ ڪئي؟“

ان تي طيبہ چيو: ”ادا، هن سان اهڙيون ڳالهيون ڇو ڪري رهيو آهين؟ جيڪڏهن اسين هن کي پسند هجون ها، تہ هي ضرور اسان جي گهر جي رکوالي ڪري ها. رڳو هن جي غفلت ڪري ئي اسان جون ٽي سٺيون ڪُڪڙيون ماريون ويون. منهنجو تہ اهو خيال آهي تہ—“

هن اڃا ايترو مس چيو هو تہ پٽس اچي نڪتو. ”شڪيل!“ هن زور سان سڏ ڪيو. سندس آواز ٻڌي شڪيل هڪدم ٽائيگر کي ڇڏي ڏنو.

”هي نيأڳو ڪتو اڃا هتي آهي؟“ هن ويجهو اچي چيو. ”مون ته چوڪيدار کي چئي ڇڏيو هو ته هن کي هڪدم گهر مان ڪڍي ڇڏي.“

پٽس ٽائيگر کي پٽي کان جهلي، ان کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو، ۽ ڦاٽڪ بند ڪري ڇڏيائين.

هيءَ آبادي گهاٽي جهنگ جي ويجهو هئي. انهيءَ ڪري هر بنگلي جي چوگرد تارن جي واڙ لڳل هئي، ته جيئن جهنگلي جانور اندر اچي نه سگهن.

انهيءَ رات نه شڪيل پيٽ ڀري کاڌو ۽ نه طيبه. مانيءَ کان پوءِ ٻئي پنهنجي ڪمري ۾ آيا. شڪيل هيڏانهن هوڏانهن ڏسي، آهستي چيو:

”مان ٽائيگر لاءِ ٻه مانيون لڪائي کڻي آيو آهيان.“ ائين چوندي، هن پنهنجيءَ نڪر مان ٻه مانيون ڪڍيون، ۽ مرڪندي چيائين: ”تون ماٺ ڪري ڪجهه پڙهندي رهه، مان هن کي کارائي ٿو اچان.“

ائين چوندي هو هليو ويو. ٿوريءَ دير کان پوءِ جڏهن هو واپس آيو ته ڏاڍو اداس هو.

”هو ڦاٽڪ تي ئي ويٺو هو، طيبه. ڇڻ هن کي اسان ٻنهي جو انتظار هو. ويچارو مجبور هو، ڦاٽڪ بند هو، ان ڪري اندر اچي نٿي سگهيو، نه ته ضرور هليو اچي ها.“ شڪيل چيو.

”جيڪڏهن هو نٿو اچي سگهي، ته پوءِ اهو جهنگلي جانور ڪيئن اندر آچي سگهيو، جنهن اسان جون ڪُڪڙيون ماريون.“

”جهنگلي ٻلي هوندي.“ شڪيل چيو.

”پر، ادا، جهنگلي ٻلي ته رڳو خون نٿي پئي، اها ته ڪڪڙ کي چيري ڦاڙي کائيو ڇڏي“. طيبه چيو.

”ٺيڪ ٿي چوين،“ شڪيل ڪجهه سوچيندي چيو: ”ته پوءِ اها ڪنهن جي شرارت ٿي سگهي ٿي؟“

طيبه ان جو ڪو جواب نه ڏنو، ۽ ٻئي چُپ چاپ پنهنجن پنهنجن پلنگن تي ليٽي، ڪهاڻين جا ڪتاب پڙهڻ لڳا. جڏهن ڏهه وڳا، ۽ گهر تي خاموشي ڇانئجي وئي، ته شڪيل اٿيو، ۽ طيبه کي آهستي چيائين:

”اڄ مان جاڳي رهندس ته آها ڪنهن جي شرارت آهي.“

”پر ڪيئن؟“

”هڪ ترڪيب سُجهي آئي اٿم. جيڪڏهن تون همت ڪرين، ته اسين اهو پتو لڳائي سگهون ٿا ته اهو ڪهڙو جانور آهي، جنهن ويچارين ڪڪڙين جي جان ورتي.“

”پوءِ ڪرڻو ڇا پوندو؟“ طيبه ڊڄندي ڊڄندي چيو.

”اڌ ڪلاڪ کان پوءِ اسين ٻئي ڀنگو ميان جي ڀُنگيءَ ڏانهن هلنداسين، ۽ اتي ويهي انهيءَ ذليل جانور جو انتظار ڪنداسين. اتفاق سان اڄ مالهي شهر ويل آهي، انهيءَ ڪري سندس

ڇھوڪرِيءَ خالي آھي. پنھنجي بچاءَ لاءِ اسين ھاڪيون ھڻ سان ڪٿي ھلنداسين."

پوءِ ته طيبه ڪي ڊپ لڳو، پر ھن کي ٻه ڪڪڙيون ۽ ٽائيگر ايترو پسند ھئا جو ھوءَ ان لاءِ راضي ٿي ويئي. ٽوريءَ دير کان پوءِ جڏھن کين يقين ٿي ويو ته گھر جا ٻيا ڀاتي سمھي چڪا آھن، ته ھو چُپ چاپ ڪمري کان ٻاھر نڪتا. پوءِ ڦاٽڪ تائين ويا، ۽ اھو کولي، ٽائيگر کي اندر آندائون، ۽ پوءِ ان کي ساڻ ڪري، پنگو ميان جي پنگيءَ تائين ويا. اندر وڃي، دروازو بند ڪري ڇڏيائون. شڪيل ٽائيگر کي ڇڪي پنھنجي ويجھو ڪيو، ۽ سندس ڪن ۾ آھستي سان چيائين:

"ڏس، ٽائيگر! اسين ھي سڀڪجھه صرف تولاءِ ڪري رھيا آھيون. اسين ان ظالم جانور کي پڪڙڻ گھرون ٿا، جيڪو اسان جي معصوم ڪڪڙين جو جاني دشمن ٿي پيو آھي. ان سان گڏوگڏ اسين اھو به چاھيون ٿا ته بابو توکان خوش ٿي وڃي، ۽ گھر جي سڀني ڀاتين کي يقين ٿي وڃي ته تون نمڪحرام ڪونه آھين، پر ھڪ وفادار، دلير ۽ بھادر ڪتو آھين. سمجھيئه! خدا جي واسطي اج بلڪل نه سمھج، ۽ اسان جي مدد ڪج."

ڇھوڪريءَ ۾ ايتري اونداھه ھئي جو ٻھرين ته ٻنھي ٻارن کي ڊپ ٿيڻ لڳو. پر جيئن ته ساڻن ڪتو به ھو، ان ڪري ھمت وڌين. ٿيئي دريءَ وٽ ويھي، ان ظالم جو انتظار ڪرڻ لڳا. ھيسٽائين موسم سٺي ھئي. آسمان تي ڪڪر به نه ھئا. اٿاھه تارا ٽمڪي رھيا ھئا. پنگيءَ ۾ مڇر گھٽا ھئا، ۽ ڀونءِ ڀونءِ سندن ڪن کائي ڇڏيا ھئا.

"ادا، جيڪڏھن اج جانور نه آيو ته پوءِ؟" اوچتو طيبه چيو.

"پوءِ اسين سڀاڻي به ايندا سين. اسين روز ايندا سين، طبو، ان ڏينھن تائين، جيستائين اسين چور جھلي نه وٺون."

"چور کي؟" طيبه حيرت وچان چيو.

"ھا، طبو، مون توکي اھو ٻڌايو ڪونھي. ھاڻ مون کي اھو يقين ٿي چڪو آھي ته اھو ڪم ڪنھن جانور جو نه، پر ڪنھن بدمعاش جو آھي، جيڪو اسان کي پريشان ڪرڻ ٿو گھري." شڪيل وراڻيو.

"توکي ڪيئن اھو شڪ پيو؟"

"انھيءَ ڪري جو ھن ڪڏھن به چانڊوڪيءَ رات ۾ حملو نه ڪيو آھي، ۽ وري ھر ڀيري ھڪ ئي ڪڪڙ جي ڪُڇي وڍي ويئي آھي. جيڪڏھن ھو چاھي ھا، ته ھڪ کان وڌيڪ ڪڪڙيون به ماري ٿي سگھيو. سمجھين ٿي نه؟"

"ھا، ھا"، طيبه آھستي چيو.

"اسان وٽ به ٻيرا چوري ٿي آھي. ھر دفعي چور رکو رڌڻي جا ٿانوَ ئي چورايا آھن. ھڪ ڀيرو گھر ۾ اچڻ کان پوءِ جيڪڏھن ھو چاھي ھا، ته گھڻو ڪجھه چورائي سگھي ھا. پر ھن ائين نه ڪيو. ڇو؟ صرف ان لاءِ، ته ھو رکو اسان کي پريشان ڪرڻ گھري ٿو. طبو، مون کي يقين آھي ته ھو اج ضرور ايندو." شڪيل چيو.

"ڇو؟" طيب پڇيو.

"ان ڪري جو اڄ مالهي پنهنجو ميان شهر ويو آهي، ۽ چوڪيدار ٽپيو پيو آهي." ايتري ۾ هڪ مڇر اهڙو زور سان شڪيل کي چڪ هنيو، جو سڄو ڳاڙهو ٿي ويو. ائين ٿي ڀانيو، ڄڻ کين هي اڻ-ڪوٺيا مهمان بنهه پسند ڪونه هئا. ٿوريءَ دير تائين خاموشي ڇانئجي ويئي. پوءِ طيب آهستي چيو:

"مون کي ته سچ پچ ڊپ پيو لڳي."

"ڊڄڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي. اسين جهوپڙيءَ ۾ بند آهيون، ۽ وري اسان جي حفاظت لاءِ هي ٽائيگر به موجود آهي." شڪيل پنهنجيءَ ڀيڻ کي همت ڏياري.

دراصل ڊپ هن کي به ويڙهي ويو هو. انهيءَ ڪري هنن آهستي آهستي پاڻ ۾ ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيون.

"طبو، اسين هي سڀ ڪجهه، ان لاءِ ڪري رهيا آهيون ته آئندي ويچارين ڪڪڙين کي ڪو ظالم ماري نه سگهي. اسين ته ظلم جو خاتمو ڪرڻ آيا آهيون، طبو."

اڃا هن ايترو مس چيو هو، ته اوچتو ڪتي جا ڪن کڙا ٿي ويا، ۽ ڪنڌ مٿي ڪري، ائين هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳو، ڄڻ خطرو ويجهو هجي. هاڻ هشيار ٿي، ٻئي ڀار به غور سان ڪڪڙين جي کڏيءَ ڏانهن ڏسڻ لڳا. شڪيل هڪ ڀاڇولي کي ڏٺو، جيڪو آهستي آهستي کڏيءَ ڏانهن وڌي رهيو هو. ائين ٿي لڳو، ڄڻ ڪو ٿلهو ٽنيرو جانور آهي، جيڪو وک وک ۾ ملائي اوڏانهن وڌي رهيو آهي. ان کي ڏسندي ئي، شڪيل ٽائيگر جي ڪن ۾ ڪجهه چيو، ۽ آهستي سان جهوپڙيءَ جو دروازو کولي، ان کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيائين.

هوڏانهن سندن ماءُ-پيءُ آرام سان سُتا پيا هئا، ته اوچتو اڌيءَ رات جو هڪ زوردار چيخ جو آواز ٻڌي، سندن اک کلي پيئي، ۽ گهٻرائجي اٿي ويٺا. ان سان گڏوگڏ ٻيون به چيخون ٻڌڻ ۾ آيون، جن ۾ ٻارن جون دانهون به شامل هيون. پٽس تيزيءَ سان پنهنجي بندوق کنئي، ۽ اُگهاڙين پيرين باغيچي ڏانهن ڀڳو. دانهون کڏيءَ وٽان ٿي آيون. انهن جي پهچندي پهچندي، آسپاس جي بنگلن مان به ماڻهو هٿن ۾ لٺيون ۽ ٽارچون کڻي اچي پهتا. اتي هنن جيڪو ڪجهه ڏٺو، تنهن تي سڀني کي حيراني وٺي ويئي: هڪ ٿلهو ٽنيرو ماڻهو زمين تي ٻولائيون کائي رهيو هو، جنهن جي ٽنگ ڪتي جي وات ۾ هئي، ۽ هڪ ڇوڪرو ۽ هڪ ڇوڪري خوشيءَ وچان رڙيون ڪري رهيا هئا. ٽارچ جي روشنيءَ ۾ پٽس کين ڏٺو. چور ٻڪڙجي پيو. هي ڀونيرا هو سندن پراڻو چوڪيدار، جنهن کي سندن پيءُ ٽي مهينا اڳ نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيو هو.

ان رات کان پوءِ ٽائيگر جي وفاداريءَ ۽ طيبه ۽ شڪيل جي بهادريءَ جي ڳالهه مشهور ٿي ويئي. پر ٻئي ڏينهن ماءُ ۽ پيءُ جي پيار وچان جيڪا ڪُٽ-ڦهت ٿي، سا هڪ الڳ آکاڻي آهي.

[اڙدوءَ تان.]

آديسي آٿي ويا....

# ڊاڪٽر نذير حسين حيدري

محمد سومار شيخ

مشهور اديب ۽ عالم، مصنف ۽ صحافي، حڪيم ۽ مقرر، قومي ۽ سياسي ورڪر، هاري ليڊر، ۽ لاڙ جو هردلعزيز ۽ دلير شخص، ڊاڪٽر نذيرحسين حيدري، ١٧-فيبروري ١٩٧٢ع تي، شام جي ڇئين بجي، بدين ضلعي حيدرآباد ۾، دل ٽٽي پوڻ سبب گذاري ويو— انا لله وانا اليه راجعون!

پاڻ ڪو سنديافته ڊاڪٽر ڪونه هو، پر حڪمت سان گڏ ايلوپيٿي علاج جو به ايڏو ڄاڻو هو جو ڪيس عام طرح "ڊاڪٽر" ڪوٺيندا هئا. سندس وڏا اصل لهاڻا هئا، جيڪي پير صدرالدين جي تبليغ سان اسماعيلي فرقي ۾ آيا، ۽ پوءِ ١٩٠٠ع ڌاري، سندس والد، حاجي غلام علي، سر آغا خان سان ڪن معاملن تي اختلاف ڪري، اثناعشري مذهب قبول ڪيو. تڏهن کان وٺي، هو رحمڪي بازار کان لڏي وڃي ننڍي شهر تعلقي ٽنڊي باگي ۾ رهيو، جتي نذيرحسين جي ولادت ٿي. سندس والد وڏو واپاري هو، ۽ لاڙ جي مختلف شهرن ۾ سندس چمڙي جون ڪوٺيون هلنديون هيون. سندس والد ١٩٣٨ع ۾، ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. سندس وڏو ڀاءُ، غلام حسين "سلنگ"، تر ۾ مرثيي جو مشهور شاعر هو ۽ ذاڪري به ڪندو هو. وڏاڻس کيس شعر، ادب ۽ ذاڪريءَ جو شوق مليو. پر ڊاڪٽر نذيرحسين پنهنجي غيرمحدود مطالعي سان انهيءَ شوق کي ايڏو ته وسيع بنائي ڇڏيو جو هڪ طرف هو پنهنجي مذهبي حلقي ۾ عالم ۽ اڳواڻ مڃيو ويندو هو، ته ٻئي طرف بنا تعصب غريب غربي جي خدمت ڪري، سڄي لاڙ ڊويزن جي هردلعزيز شخصيت بڻجي ويو هو. انگريزي گهٽ پڙهيو، پر مطالعي جي شوق سبب هن پاڻمرادو اها استعداد ايڏي وڌائي جو تاريخ، فلسفي ۽ نظرين جون وڏيون وڏيون تصنيفون سدائين پڙهندو رهندو هو. اهڙا مطالعي وارا ماڻهو اسان وٽ گهٽ هوندا. سندس لئبرري قيمتي ڪتابن سان ڀريل آهي. مطالعي جي ڪري جيڪا قلب جي وسعت ۽ خدمت جو جذبو منجهس پيدا ٿيو، تنهن کيس پئسي ۽ جائداد جي معاملي ۾ اهڙو بيفڪر ۽ بيزار بنائي ڇڏيو، جنهن کي سنڌيءَ ۾ اسين قلندري شان چوندا آهيون. هزار هوندا هئس، ته به ٻين جي مدد لاءِ. سندس گهر ۾ اڪثر فاقا به آيا، پر سندس تڏي تي لنگر لڳو پيو هوندو هو. وڏو

دلير، ۽ مسڪينن جي مدد لاءِ وقت جي احساس کان آجو هوندو هو. تنهنڪري آسپاس ۾ سنڌس ميتا تمام گهڻي هوندي هئي.

۱۹۳۸ع کان سياست ۾ داخل ٿيو. ننڊي شهر جي سينيٽري ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿيو، ۽ مسلم ليگ ۾ بهرو وٺڻ لڳو. انهيءَ ڪري هندن سان مخالفت ٿيس، ۽ پاڪستان تحريڪ لاءِ جيل ۾ ويو. هندن سان مخالفت وڌي ويئي ته ۱۹۴۱ع ۾ لڏي اچي بدين رهيو، پر ڪجهه وقت بعد وري موٽي ننڊي شهر ويو. ۱۹۴۷ع ۾ جڏهن لڏپلاڻ ٿي، ته پاڻ سياسي مخالفت کي وساري چڪو هو ۽ ڳوٺ جي هندن کي سلامتيءَ سان پاڻ وٺي وڃي جهُڏي تائين پهچائي آيو. سندس ڪن مسلمان مخالفن طرفان مشهور خميسي ڌاڙيل هٿان هندن کي گهڻو پؤ هو، جنهن کي سندس ماڻهن ماري وڌو. خميسي جي دوستن جي انتقام کان بچي، وري ۱۹۴۸ع ۾ ڪيس بدين لڏي اچڻو پيو. اتي ئي سنڌ جي ابي، حيدربخش جتوئيءَ سان ملاقات ٿيس، ۽ پاڻ پوءِ هاري ڪاميٽيءَ ۾ شامل ٿيو. جتوئي صاحب جو آخر تائين وڏو ساٿي رهيو، ۽ حيدرآباد ضلعي هاري ڪاميٽيءَ جو وائيس چيرمن بڻيو. هارين کي اڌو اڌ بٽائي وٺي ڏيڻ لاءِ هن سخت سرجوشيءَ سان ۽ مسلسل ڪم ڪيو. ۱۹۵۳ع وارين چونڊن ۾ محترم جي.ايم. سيد جي چوڻ تي، پاڻ صوبائي اسيمبليءَ لاءِ اميدوار بيٺو، پر ڪامياب نه ٿيو. سندس اثر ۽ ايمانداريءَ جو اندازو ان مان ڪري سگهجي ٿو جو ڪيس هڪ ڳري رقم ۽ جيپ هٿ ڪڻڻ لاءِ آڇي وئي، پر قبول نه ڪيائين. قومي اسيمبليءَ ۾ محترم پير علي محمد راشديءَ جي خلاف ورڪ ڪيائين، ۽ پير صاحب ڪامياب نه ٿيو. ايوب خان جي مقابلي ۾ محترمه فاطمه جناح کي بدين جي تڪ مان گهڻي کان گهڻا ووٽ مليا هئا — ۽ انهيءَ پاسي هي ئي مرد مجاهد هو، جنهن هميشه وڏن جاگيردارن، وڏيرن، پيرن ۽ ميرن جو کلو مقابلو پئي ڪيو. پوئين وقت ۾ هو پيپلس پارٽيءَ ۾ آيو، ۽ پنهنجي پاسي ان جي مڪمل ڪاميابيءَ جو ذميدار بڻيو. هو تقرير ۽ بحث مباحثي جو وڏو ماهر، ۽ سنڌ جي حقن جو وڏو علمبردار هو.

۱۹۵۳ع ۾ هن "اعلان حق" نالي هفتيوار اخبار جاري ڪئي، جيڪا هڪ سال تائين هلندي رهي. جنهن نالي مان ظاهر آهي، هارين ۽ مظلومن جي حقن جي ترجماني انهيءَ اخبار بيحد بيباڪيءَ سان ڪئي.

مذهبي ميدان تي، ۱۹۴۳ع ۾، هن "سنڌ شيعه دارالاشاعت" نالي ادارو قائم ڪيو، جنهن وسيلي ڪجهه ڪتاب شايع ٿيا. ۱۹۵۳ع ۾ اهو ادارو ختم ٿي ويو. سندس هيٺيان تصنيف ۽ ترجمو ڪيل مذهبي ڪتاب قلمي صورت ۾ موجود آهن: (۱) نبوت جي حقيقت ۽ ڪسوٽي، (۲) حقائق و معارف، (۳) خدا ۽ طبعزاد خدا، (۴) خلافت الاهيه، ۳ جلد، (۵) تعريفِ صحابي، (۶) جنگ بدر، تاريخي نقطِ نگاهه سان، (۷) جنگ احد، (۸) جنگ خيبر، (۹) جنگ خندق، (۱۰) جنگِ حنين.

غير مذهبي ڪتاب: (١) ٻارن جا مرض، (٢) منهنجي آڪاڻي، (٣) پينسلن جي آڪاڻي، (٤) وقت ڇا آهي؟ — آئين اسٽائين جي نظريہ اضافت تي مقالو، (٥) سائنس ۽ فلسفي تي مختلف ڪتابچا ۽ مقالا.

شايع ٿيل ڪتاب: (١) دُرِ نجف، (٢) پاڪستان ۽ هندستان جو خيالي خاڪو، (٣) جمهوريت يا تماشو، (٤) مذهبي حڪومت، (٥) "اعلان حق" جا خاص نمبر.

سندس خيالن جي اندازي لاءِ، "جمهوريت يا تماشو" مان هڪ اقتباس پيش ڪجي ٿو:

"شاهان زمانہ جي حڪومت جي تاريخ تي نظر وجهبي تہ اڪثر ائين نظر ايندو تہ هڪ ڌاڙيل اچي ٿو، جو آسپاس جي ڳوٺن، شهرن ۽ ملڪن کي برباد ڪري، لٽي ۽ ڦري، مخلوق خدا کي قتل ۽ غارت ڪري، آبادين ۽ بستين کي ويران ۽ تاراج بنائي، حڪومت ۽ سلطنت جو بنياد وجهي ٿو. پوءِ اها حڪومت سندس پوين ۾ پشت بپشت هلي اچي ٿي، ۽ آخر ۾ عياشين ۽ رنگ رلين جي نذر ٿي وڃي ٿي — ۽ وري ٻئي ڌاڙيل ۽ ان جي خاندان کي اڳتي وڌڻ جو موقعو ملي ٿو.

"تعجب آهي تہ ننڍي پيماني تي ڌاڙا هڻي ڳوٺن ۽ شهرن کي ويران ۽ تاراج ڪرڻ کي تہ دنيا بري نظر سان ڏسي ٿي، پر وڏي پيماني تي فوجن ذريعي ملڪن جا ملڪ تباهہ ڪري، قتل ۽ خونريزي ڪرڻ، عام ۽ خاص جي عزت ۽ عصمت، مال ۽ دولت کي لٽي، زمين جي وڏي حصي تي پنهنجو ناجائز اقتدار قائم ڪرڻ ۽ خواهمخواهہ خدا جي خلق جي گردنن تي سوار ٿي وڃڻ کي خدا جي نعمت، فضل ۽ عنايت سان تعبير ڪيو وڃي ٿو؛ — حالانڪ حڪومت بہ ڌاڙيلن جي هڪ منظم ۽ طاقتور ٽولي جو ٻيو نالو آهي، پوءِ اها امپيريلزم هجي يا ڊيموڪريسي. ڪنهن زماني ۾ اقتدار هڪ شخصيت ۽ ان جي اهل عيال، دوستن ۽ واسطيدارن جي قبضي ۾ هو، ۽ هاڻي اهو جمهوريت جي نالي تي چند نام نهاد سرمائيدارن ۽ سندن دوستن ۽ قريبن ڏانهن منتقل ٿي ويو آهي...."

ڊاڪٽر نذير حسين کي پنهنجو ادبي حلقو هو، جنهن جو پاڻ استاد ۽ همٿائيندڙ هو. شمشيرالحيدري سندس ئي هٿن ۾ پليل ۽ تربيت ورتل، سندس پاليچو آهي. سندس سوٽ فرمان علي جعفري، مرحوم اسلم "مسافر"، شاهنواز "شائق"، محمدصديق "مرهم"، محمدجعفرخواجو، علي محمد رنگريز، محمد هاشم ڪربلائي ۽ راقم الحروف، سندس ئي مڪتب جا شاگرد آهن. پاڻ شاعري بہ ڪئي اٿس، پر ٿوري.

سندس وفات سان اسان هڪ دلير ۽ بيباڪ مرد مجاهد، غريبن ۽ مسڪينن جو هڏ ڏوکي، سنڌ ۽ سنڌي زبان جو هڪ وڏو وڪيل، ۽ لاڙ ڊويزن جو ابو وڃايو آهي. سندس جاءِ پرڻ جي ڪانهي. خدا کيس جنت ۾ جاءِ ڏئي!

# بچت ۾ نفعو آهي



ڊيفينس سيونگ سرٽيفڪيٽ
منافو وڌيڪ
ٽيڪس ۾ رعايت




پوسٽل لائف انشورنس
پريميم سڀني کان گهٽ
بونس سڀني کان وڌ




PASS BOOK
5½% to
over 14%
پوسٽ آفيس سيونگ بئنڪ
منافو سڀني بئنڪن کان وڌ
سيونگ اڪائونٽ ... ۵½ سيڪڙو
فڪسڊ ڊپازٽ ...... ۷ سيڪڙو
منافو ۽ بونس ڊپازٽ .. ۱۴ سيڪڙي کان وڌيڪ




پنج - ڏهه ۽ ٻارهن روپيه وارا
انعامي بانڊ
بچت بہ بچت - انعام جو انعام

سنڌيءَ جو سڀ کان سهڻو رسالو

# نئين زندگي

باتصوير ماهنامو

علم ادب، تاريخ، ثقافت، سائنس، آرٽ، تعليم، صحت، زراعت، شعر، تنقيد ۽ قومي معاملن بابت معلومات ۽ مطالعي جو ڀنڊار.

* چوويهن سالن کان هر مهيني شايع ٿيندڙ.
* سنڌيءَ جي سڀني رسالن کان جهونو.
* سڀني رسالن کان وڌيڪ ڇپجندڙ.
* سڀني رسالن کان وڌيڪ وکرو ٿيندڙ.
* سڀني رسالن کان وڌيڪ سهانگو.

سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچندڙ، تعليميافته گهراڻن جي مقبول مخزن

## نئين زندگي

سنڌ ۽ پاڪستان کان ٻاهر ولائت تائين پهچي ٿي.

نئين زندگي خريد ڪري، سنڌي ادب جي سرپرستي ڪريو.
نئين زندگيءَ ۾ اشتهار ڏيئي، پنهنجي واپار کي وڌايو.

قيمت في پرچو ٥٠ پئسا. ساليانو چندو ٥-٥٠ رپيا.

هيٺين ائڊريس تي چندو مني آرڊر ڪري، ساليانا خريدار ٿيو:

**بزنيس مئنيجر**
**پاڪستان پبليڪيشنس**
**پوسٽ باڪس ١٨٣، ڪراچي**

ڇپائيندڙ: پاڪستان پبليڪيشنس، پوسٽ باڪس ١٨٣، ڪراچي-١. ايڊيٽر: شمشيرالحيدري (فون نمبر: ٥١١٢٩٢)
ڇاپيندڙ: مستفيض احمد صديقي، انٽرنيشنل پريس، ميڪلوڊ روڊ، ڪراچي. (فون نمبر: ٢٣٩١١٢)



ڊاڪٽر نذير حسين حيدري



شهري حقن جي آزاديءَ لاءِ جلوس جي اڳواڻي
(بدين : ٦- ڊسمبر ١٩٦٨ع)




تلهار ۾ عام جلسي کي خطاب
(٦- ڊسمبر ١٩٦٨ع)



ماتليءَ ۾ عام جلسي کي خطاب
(١٣- ڊسمبر ١٩٦٨ع)

پنهنجي ڳوٺ، ٽنڊي شهر ۾ هڪ جلسي کي خطاب





ڪوٽڙيءَ ۾، شهري حقن جي آزاديءَ تي تقرير
(١٥- ڊسمبر ٦٨ع)

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪانُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاغَر تان ڪڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جٺن جٺن ڄاڙ وڏي تي ڄَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي ڪي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَن پَن جو پڙلاءُ“. ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)